

# حضرت مصري شاهه امام رضوي

# KALAM

# HAZRAT MISRI SHAH IMAM RIZVI

Composed by:

Fukrah-e-Dargah-e-Bedil Bekus, Rohri

2012

# شجره مبارڪ حضرت مصري شاهه امام رضوي

## حضرت سيد هاشم شاهه قدس



حضرت سيد مصري شاھ کي پنھنجي دؤر جو صحيح معنيٰ ۾ نمائنده شاعر چئي سگھجي ٿو. جنھن جي ڪلام ۾ ان دؤر جون سموريون خوبيون ۽ خصوصيتون بخوبي نظر اچن ٿيون. ڪلام جي بي ساختگي، صوفيانہ نڪتہ سنجي، موزونيت، فارسي، عربي، اردو، هندي ۽ سنڌي لفظن جو سھڻو امتزاج، تخيل جي بلندي ۽ ڪلام جي سادگي، سلاست، فصاحت ۽ بلاغت 19 صدي جي پوئين اڌ واري دؤر جون خصوصي خوبيون چيون وڃن ٿيون، جي سموريون شاھ صاحب جي ڪلام ۾ بدرجہ اتم موجود آھن.

1245 هھجري مطابق 1828ع ۾ سنڌ جي قديم تاريخي شھر نصرپور جي بزرگ خيز سرزمين ۾ هن صوفي سالڪ ۽ شاعر، رضوي سادات جي برگزيده گھراڻي ۾ جنم ورتو.

رضوي خاندان جو هي روشن ستارو سيد بلند شاھ جو فرزند هو جنھن جو سلسلو ستين پيڙهيءَ ۾ سيد هاشم شاھ سان ملي ٿو. سيد هاشم شاھ متعلق مير علي شير قانع (تحفة الڪرام، صفحو 396) جو قول آهي تہ "هتي (نصرپور ۾) پھريائين اهو آيو. هن وقت جي رضوي سيدن جو ڏاڏو بزرگوار آهي. وڏو مشائخ ۽ ولي اڪمل ٿي گذريو آهي. هن وقت يعني (تحفة الڪرام جي تحرير واري عرصي 1769_1772ع کان اٽڪل ٽيھہ ۽ ڪي سال اڳ (غالباً 1740ع ڌاري) پاڻيءَ جي اٿل ڪري سندس لاش ٻين سيدن سان گڏ، اصلوڪي جاءِ تان ڪڍي ڪٽي آيا. جيڪي معتبر ماڻھو انھيءَ ڪامل جي جنازي سان گڏ هئا تن کان روايت آهي تہ باوجود هن جي، جو مٿئين سيد کي ٻہ سؤ ويھہ سال گذري چڪا هئا، قبر مان صحيح سالم نڪتو. هڪ انگورن جو ڇڳو، تازو ڦڪل ۽ ڪي

مصريءَ جا سنگ سندس ساڃي پاسي جي هيٺان لڌائون، جيڪي مريدن پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا."

مصريءَ جي انهن سنگن جو تعبير، سيد مصري شاهہ جو وجود مسعود معلوم ٿئي ٿو. جنهن الهامي ڪلام چوڻ سان سڄي خاندان جو نالو روشن ڪيو تہ سيد هاشم شاهہ جو سلسلہ نسب ويهين پيڙهيءَ ۾ امام علي نقيءَ سان ملي ٿو. جنهن جو تفصيل رضوي خاندان جي احوال ۾ ڏنل آهي.

**درسي تربيت:**

ننڍيئي هوندي کيس رسول اڪرم جيئن يتيميءَ جو داغ نصيب ٿيو. جنهن ڪري سندس تعليم ۽ تربيت وڏي ڀاءُ سيد فتح شاهہ جي زير نظر ٿي. ننڍي هوندي کان ئي مصري شاهہ هڪ ذهين ۽ حساس شاگرد هو، پر سمورن الله وارن وانگر ظاهري اکر ۽ ڪتابي علم کيس پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ سگهيا. ڪجهہ عرصو مٽئين پاڙي واري قاضين مان هڪ نهايت لائق ۽ حليم استاد، قاضي گل محمد "گل" جي مڪتب ۾ سنڌي، فارسي ۽ عربي جو ابتدائي درس پرايائين، پر پوءِ پنهنجي سر "ڪتاب فطرت" پڙهڻ لاءِ ان محدود مڪتب کان دست ڪش ٿي ويو. تاهم حافظ جي ديوان، مولانا روم جي مثنوي ۽ سعدي شيرازي جي ڪليات تي کيس ڪافي عبور حاصل هو. عربي لغت جي ڪتاب 'قاموس' متعلق مشهور آهي تہ کيس ان تي ايترو عبور حاصل هو جو ڪوبہ لفظ پڇڻ سان نہ فقط ان جي معنا ڏسيندو هو پر ايترو بہ ٻڌائيندو هو تہ اهو فلاڻي صفحي تي آهي! ديوان حافظ، مثنوي مولانا روم ۽ رسالہ لطيف ساري زندگي

سندس سفر حضر جا ساٿي رهيا. پيريءَ ۾ پنهنجي ڀاڻيجي سيد قادر شاهہ کي مثنوي مان درس پڻ ڏيندو هو.

## حليو:

قد جو پورو پنو. نہ ڊگهو نہ ٻندرو، ڇاتي ويڪري، منهن گول، چهرو ڪتابي، ڪڻڪ رنگو، ڳوراڻ تي مائل، اکيون وڏيون، جي سدائين مخمور ۽ سرخيءَ مائل نظر ايندڙيون هيون. ڀرون جاڙا، سوناهري مٺ ڪن. مڇون شرعي، نڪ ڊگهو ۽ زيب دار. وار ڀتونتا ڪن تائين رکيل، پر سدائين اپا بيٺل. سفر تان موٽڻ کان پوءِ ڀهراڻ سدائين ڪارو پهريندو هو. جنهن جون ٻاهون ڊگهيون ۽ ٻاسا ڪفني وانگر کليل هوندا هئا. ڪلهي تي اڪثر ڪاري ڪٽي ڏٺي ويندي هئي. سنڌ هميشه شرعي مرين کان مٿي، سوڙهن پانچن سان هوندي هئي. جڏهين حويلي تي يا ڪنهن مريد جي گهر ويندو هو تہ سنڌ جي مٿان چادر جي ڏاچ ڏيندو هو.

عام طور مٿو اگهاڙو، حالانڪ نماز پڻ گهٽو ڪري مٿي اگهاڙو پڙهندو هو. ڪنهن سفر سانگي اسهڻ مهل ڊگهي نوڪدار ٽوپي پهري، مٿان ڪاري ڪپڙي جو ٽڪر ويڙهي ڇڏيندو هو.

"ڪُلهي قاتو ڪنجرو، مٿو گهاڙو،
منهنجو ڪچاڙو، پينر هن پنيور ۾!" -

## مزاج:

شاهہ صاحب جو جهڙو نالو مصري، تهڙو ئي مزاج مصري جهڙو مٺو ۽ ٺڏو هوندو هو. سڄي عمر ۾ ڪنهن سان ٻاڙو نہ ٻوليائين. ننڍپڻ ۾ پڻ استاد سان سدائين ادب ۽ احترام سان پيش

آيو. استاد سان حجائتي نموني ۾ هلڻ ۽ ان سان مذاق ڪرڻ متعلق سموريون روايتون تحقيق ڪرڻ بعد بي بنياد معلوم ٿيون.

نوڙت ۽ نياز جو اهو عالم، جو سموري ڪلام ۾ ڪٿي بہ شاعرانہ تعلّي کان ڪم نہ ورتائين، بلڪ پاڻ کي ڪڏهن بہ مصري 'شاهہ' ڪري نہ ڪوٺيائين ۽ محض 'مصريءَ' تي ئي اڪتفا ڪيائين. پاڻ کي ڪوٺيندو ئي هو 'ٻانهيءَ جو ٻار'. سندس بيٺڪ هميشه اوتاري ۾ پيپل نَڪ تي ٿيندي هئي، جتي سمورن اميرن، فقيرن، مريدن ۽ خادمن سان ڪچهري ڪندو ۽ قرب ونڊيندو هو. اتي راڳ رنگ جي محفل سان گڏ حاضرين مجلس کي پنهنجي سير سفر جي تجربن ۽ نصيحت آميز نڪتن کان پڻ آگاهہ ڪندو رهندو هو. نهايت سادو کائيندو ۽ سادو هنڊائيندو هو. ڏينهن جو ٻاجهر جي ماني، ڏڌ ڦڙي يا ساڳ ذري سان ۽ رات جو کير لپ سان کائيندو هو. ڪاري نير ٻڌل ڪپڙي جي ڊگهي الفي، سندس عمومي پوشاڪ هوندي هئي.

اوائلي عمر ۾ شاهہ نورالله نوري جي درگاهہ وٽ پنهنجي سر ڪيتيءَ جو شغل بہ ڪندو هو، جو سفر تي اسهڻ واري وقت تائين جاري رهيو.

**سير سفر:**

شاهہ صاحب جي زندگيءَ جي هڪ ساٿي، قاضي حاجي عبدالحيّ صاحب، جنهن جي عمر هن وقت 80 کن ورهيہ ٿيندي ۽ شاهہ صاحب جي انتقال وقت 26 ورهين جو هو، تنهن جو مصدقہ بيان آهي تہ سائين مصري شاهہ 25_24 سالن جي عمر ۾، ڪنهن الهامي اشاري ملڻ سان اچانڪ سفر تي روانو ٿي ويو، جنهن جي

سندس گهر جي ڪنهن بہ ڀاتيءَ کي سڌس نہ پئي. اٽڪل 15_16 سالن تائين ٿرپارڪر، اجمير، جهونا ڳڙهہ، جوڌپور، جيپور، ڪڇ، هنگلاج ۽ گرنار جا پٽ، سناسين، آديسن ۽ جوڳين سان گڏ جهاڳي، آبو جبل تي ڪافي عرصي تائين چلہ ڪشي ڪري، چاليهن سالن جي عمر ۾ موٽي جڏهن پنهنجي اوتاري تي آيو، تنهن وقت سندس شڪل ۽ صورت ۾ ايتري تہ تبديلي اچي چڪي هئي جو سندس سڳو ڀاءُ سيد فتح محمد شاهہ صاحب بہ ڪيس سڃاڻي نہ سگهيو.

**واپسيءَ بعد:**

دنيا کي چڱيءَ طرح سان ڏسي وائسي اچڻ کان پوءِ شاهہ صاحب پنهنجي اوتاري جي ڪنڊ وٺي ويهي رهيو ۽ دنيا سان اڪثر لاڳاپا لاهي ڇڏيائين.

سندس روزانہ معمول هوندو هو جو وڏي اسر جو اٿي، شاهہ محمود جي درگاهہ تي حاضري ڀري، اوطاق تي اچي چونڪي ڏيندو هو، جتي اڪثر ڪري سائين قادر شاهہ، پرتو، جيئندو ۽ يعقوب (حجام)، ڪامل، حاجي ۽ چتو (شيدي) ۽ ٻيا ڪيترا ڳائڻا ساڻس سنگت ڪندا هئا. سائين مصري شاهہ ڳائڻن کي پهرين چڱيءَ طرح سان ڪلام ياد ڪرائي، سُر سيڪاري ۽ پوءِ آلاپ جي اجازت ڏيندو هو. ڪلام ۾ وري اهڙي ڪرامت رکيل آهي جو ڪنهن بہ ڪافيءَ جون مصرعون هيٺ مٿي ڪري چوڻ سان ڳائڻي کان سرتال وسري وڃي، جيسين هو وري وڃي ڪلام جي ترتيب پوري ٻهاري. عام طور ساز، دلو ۽ يڪتارو هوندو هو. سندس پاڻيجو قادر شاهہ، جو پنهنجي سر گائڪيءَ جي فن جو وڏو ماهر ٿي گذريو آهي، ساڻن گڏ ستار کڻي وهندو هو. اتبئي ڳاڙو واپرائي، جو 'مائي ليلان' اسر سان

تيار ڪري رکندي هئي، فجر جي نماز درگاهہ شاهہ محمود جي پر واري مسجد ۾ ادا ڪري، وري اچي اوتاري ۾ ڪچهري ڪندو هو، جنهن ۾ قسمين قسمين وڏا توڙي ننڍا ماڻهو شريڪ مجلس ٿيندا هئا. بعضي ڪي پرديسي ڳائڻا ڪتان ڪتان ڪهي اچي سائين سان صحبت ڪندا هئا. سندس روزانہ ڪچهريءَ جي صحبتين مان قاضي حاجي عبدالحئي جي والد قاضي ميان خير محمد، تاجپوري نواب دائود خان جي ڏاڏي نواب حاجي علي مردان، فتح خان ڪوکر، قاضي ميان ولي محمد، قاضي ميان محمد رحيم، عرضي خاصخيلي ۽ وسٽي خاصخيلي جا نالا قابل ذڪر آهن.

سندن ڪچهريءَ جو عام دستور اهو هوندو هو جو پاڻ هڪ هنڌ تي وهندو هو ۽ سمورا حاضرين نهايت ادب ۽ احترام سان حلقو لڳائي دوزانو ٿي ويهندا هئا. سندس توڙي حاضرين جا ڪنڌ اڪثر هيٺ جهڪيل هوندا هئا ۽ مجلس تي ماٺ جو عالم طاري هوندو هو. ڪنهن سائل جي سوال تي ڪنڌ کڻي، معقول ۽ مختصر جواب ڏيڻ کان پوءِ منهن وري بہ مونن ۾ هوندو هو. راڳ بہ اڪثر انهيءَ نوعيت سان ٿيندو هو. ڪلام چوڻ مهل ڇهري ۽ اکين جو رنگ سرخ ٿي ويندو هو ۽ ڪنهن ڪنهن مهل تہ وار بہ اُڀا ٿي ويندا هئا. انهيءَ جلالي عالم ۾ جيڪو ڪلام اظهار ٿيندو هو اهو سندس ڀاٽيجو سيد قادر شاهہ يا ماستر قاضي عبدالرحيم لکندا ويندا هئا. قاضي صاحب شعر گوئي ۾ سندس شاگرد پڻ هو. قاضي صاحب پاڻ بہ ڪافي ڪلام چيو آهي جو هن وقت سندس فرزند وٽ موجود آهي. ٻنهي ڄڻن جي غير موجودگيءَ ۾ حاضريءَ جا فقير اهو ياد ڪري ڇڏيندا هئا ۽ بعد ۾ ٻنهي صاحبن مان ڪنهن هڪ کي لکائي ڇڏيندا هئا. تنديءَ الهيار ۾ ڪلام چوڻ مهل حاجي جمع

پاتوليءَ جو پٽ حافظ محمد اهو لکندو ويندو هو جو پڻ بعد ۾ سائين قدر شاهہ هٿ ڪري بياض ۾ لکي ڇڏيو. سائين مصري شاهہ وڏو خوش نصيب هو جو کيس اهي ڪاتب نصيب ٿيا ۽ ڪلام محفوظ ٿي ويو ورنہ ڪلام جي گهڻي حصي جي ضايع ٿي وڃڻ جو امڪان هو. ڪن روايتن مطابق ڪلام جو هڪ نسخو سائين مصري شاهہ پنهنجي اوتاري واري کوهيءَ ۾ اڇلارائي ڇڏيو پر اها روايت اڪثر قديم شاعرن متعلق مشهور ڪيل "روايتي روايتن" وانگر ئي معلوم ٿئي ٿي.

ساڳي طرح سان شام جو پڻ محفل سماع منعقد ٿيندي هئي، جنهن ۾ مختلف ڳائڻا شاهہ عنايت رضوي، شاهہ نورالله، لطيف سائين، سچل سرمست ۽ مصري فقير جا ڪلام ڳائي روح رهاڻ ڪندا هئا.

دنيا مان بي تعلقي:

دنيا ۽ دنيا وارن سان بي تعلقي جي حد اها هئي جو ساري زندگي 'مرد مجرد' ٿي رهيو. پنهنجي حويليءَ ۾ هفتي ۾ فقط هڪ دفعو ويندو هو. پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ اميدواريءَ جي خبر کيس سيد قادر شاهہ جي تولد ٿيڻ ۽ مبارڪ ملڻ تائين ڪانہ هئي. ڪنهن بہ شخص سان سندس گهڻي حجت ۽ گهرائي نہ هوندي هئي.

سندس زمين جو عام مختيار خليفو لڱنگ گجر زمين جي پيدائش ڪٺي ايندو هو پر ڪڏهن بہ ان سان اهڙو حساب نہ ٿيو تہ ڪيترو ڏيڻ کپي ۽ ڪيترو ٿو ڏين. جيڪا بہ رقم خليفو آڻيندو هو علي الحساب ٿهيءَ ۾ هلي ويندي هئي.

### خيال ۽ عقيدا:

سائين مصري شاهہ اوتاري تي آيل هر سائل جي سوال پوري ڪرڻ جي حتي الامڪان ڪوشش ڪندو هو. ڪنهن ڪي دعا، ڪنهن ڪي دوا، ڪڏهن تعويذ لکي ۽ ڪڏهن ڌاڳا وٽي پيو ڏيندو هو. انهيءَ جي باوجود سندس للُــهيت هيٺين واقعن مان ظاهر آهي:

"تاجپوري نوابن مان هڪ مائي وٽس پٽ لاءِ سوال ڪٽي آئي. مائي جي گهڻي زور پرڻ تي ڪيس هڪ تعويذ لکي ڏنائين. سال بعد ساڳي مائي جا رشتيدار وڏي اهتمام سان ميندي ڪٽي سائين وٽ پهتا، جو سندن مراد پوري تي هئي. شاهہ صاحب ڪانئن ڪنهن بہ نذراني وٺڻ کان اڳ اهو تعويذ ڪٽي اچڻ لاءِ چيو. جو کولي ڪچهريءَ وارن پڙهيو تہ منجهس لکيل هو "زن را بچہ زايد، مرا ازين چہ؟".

"وٽس ڪو شخص تپ لهڻ لاءِ تعويذ لکارائڻ آيو. پاڻ ڪاغذ ۽ قلمدان ڪٽي پرسان ويٺل چوڪر قاضي پير ڏني کي ڏنائين تہ تعويذ لکي ڏي. ٽئي چوٿين ڏينهن اهو شخص ريڍڙ ۽ چيڙ نذراني طور ڪٽي آيو جو سندس تپ لهي ويو هو. مصري شاهہ کيس چيو تہ "ابا! اهي شيون وڃي قاضي پير ڏني کي ڏي، جنهن جي تعويذ سان تنهنجو تپ لٿو آهي."

سيد مصري شاهہ امام جي استغراق واري عالم ۾ هجڻ جو ذڪر ڪندي حاجي قاضي عبدالحئي هڪ ٻيو واقعو ٻڌايو تہ جهوڪ شريف جي ميلي جي موقعي تي سجاده نشين پير حاجي عبدالستار شاهہ جي اوطاق تي وڃڻ ٿيو. سائين مصري شاهہ بہ اتي آيل هجي. دستور مطابق حاضرين حلقو ٻڌيو، مانَ جي مهر هٽيو

وينا هئا، جن ۾ پاڳناريءَ وارو سائين رکيل شاهہ، جو ٻارهين مهيني پنهنجي مال جي لُٽ ڪرائيندو هو. ٿرپارڪر ضلعي لوڪلبورڊ جو صدر خانصاحب محمد اسماعيل پرڳڙي، چيف آفيسر قاضي نور محمد ۽ ٻيا اٽڪل سؤ سوا سؤ کن ماڻهو هجن، جن ٻڌايو تہ ڪلاڪ ڪان مٿي مهل گذري چڪي آهي جو سائين استغراق جي عالم ۾ آهي. اڌ منو ڪلاڪ ٻيو بہ ويناسين پر اهائي ماٺ. اتي مون سائين جو "دنيا جي دلبي" متعلق چيل اهو ڪلام پڙهيو تہ "هڪڙي ڏينهن درويش دل دانهہ ڪان هو مون هيٺن پڇيو." تہ ايتري ۾ پاڻ ڪنڌ مٿي ڪٽي مون ڏانهن نهاريائون. ڏٺم تہ اکيون ائين زارو قطار پيون ٽمن. جڻ نار پيا وهن. ان بعد چوڌاري نگاهہ ڦيرائي هرڪنهن سان حال ونديائون."

**پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي حاضري:**

مسلسل 14 سال سير سفر ڪري موٽڻ ڪان پوءِ پاڻ ڪنهن خاص سڪ واري مريد جي دعوت ۽ هر سومر رات جو ٽنڊي الهيار ۾ پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي حاضري ڀرڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪيڏانهن بہ ايندو ويندو نہ هو. سفر ۾ ساڻس بہ چار فقير گڏ هوندا هئا. يڪتارو، ٻيراڳڻ ۽ ٿهي (ڦاڙهي جي کل مان ٺهيل هڪ مضبوط ڳوتري، جنهن مٿان ڪپڙو چڙهيل ۽ پاسي کان ڏگها ڪلف لڳل هوندا هئا) سفر ۾ لازمي طور ساڻس گڏ هوندا هئا. ٿهي، ڪنهن فقير جي ڪلهي ۾ هوندي هئي. ٽنڊي الهيار ۾ نصرپور جي ناڪي تائين گهوڙن تي چڙهي، اتان ادب وچان پيرين پيادو درگاهہ تائين پهچڻ ٿيندو هو. اڱاري ڏينهن يا ڪڏهن تہ اربع جي ڏينهن تائين اتي حاضري ڀري، ختمو ڏيئي واپس ورندو هو. ان وقت ٻينڪ

مارڪيٽ واري نم جي هيٺان واري اوتاري ۾ هوندي هئي. بعد ۾ منگهن پاتولي واري جاءِ ملڻ ڪان پوءِ اتي ئي ڏاہو ٿيندو هو.

سليما ولد رمضان شيدي (عمر اٽڪل 115 سال)، جو سائينءَ جي سفر تان موٽڻ مهل ويهن ورهين جو نوجوان هو ۽ اڪثر ڪچهريءَ ۾ ايندڙ هو. ڳالهہ ٿو ڪري تہ اتي ٽنڊي الهيار ۾ بہ هرقسم جا ماڻهو سائينءَ جي ڪچهريءَ ۾ موجود هوندا هئا. اوتاري جو فقير عارب پٽ احمد شيدي هو. ٻاهرين ڳائڻين ۽ طوائفن جو بہ اڪثر اچڻ ٿيندو رهندو هو. انهن ڪان سواءِ سندس خاص ڳائڻن مان تڳيو ۽ موسو خاصخيلي، سومار، ڪامل، حاجي، حبيب ۽ سياڳو (شيدي) مشهور هئا. اتي بہ ڪنهن وقت وجد ۾ اچي سائين ڪلام چوندو هو جو حافظ محمد پاتولي بروقت قلمبند ڪري ڇڏيندو هو. سندس اتي جي مصاحبن مان عثمان چوڙيگر، موج شاھہ ۽ جان محمد شاھہ جا نالا ذڪر ڪرڻ جي قابل آهن. مريدن وٽان مليل سمورو نذرانو اتي جو اتي حاضرين مجلس ۾ ئي ورهائي ڇڏيندو هو.

### آخري ايام:

پنهنجي عمرجي آخري حصي ۾ سائين ڪيڏانهن بہ اچڻ وڃڻ بنهہ بند ڪري ڇڏيو. فقط پير محمد زمان شاھہ جي درگاھہ تي چونڪي ڏيڻ لاءِ مهيني ۾ هڪ دفعو ماھہ پهرئين سومر تي لازمي طور حاضري ڀرڻ ويندو هو. سنہ 1900ع ۾ جڏهن سنڌ جي اڪثر شهرن ڪراچي ۽ حيدرآباد وغيره ۾ وبا ڦهلجي چڪي هئي، تڏهن ان جو اثر نصرپور تي بہ پيو ۽ ماڻهن لڏ پلاڻ شروع ڪري ڏني. سندس قبيلي جي نوجوان پاڳاري ميان خدا ڏني ساڻس صلاح ڪئي تہ پاڻ ڪي بہ هتان هجرت ڪري ڪنهن ٻئي صحتمند هنڌ تي

هلڻ گهرجي. کيس جواب ڏنائين تہ "هتان هلڻ سان شايد بچي تہ پئجي پر هتي مرشد (شاهہ محمود عليہ الرحمة) جي نيلن جي جا چانءِ آهي، اها ڪتي بہ نصيب نہ ٿيندي." بهرحال ٿيندو اهوئي جيڪو ڪاتب تقدير اڳيئي تحرير ڪري ڇڏيو آهي. آخر تائين سندس خاندان مان ڪوبہ گهر لڏي نہ ويو ۽ سمورا سادات پنهنجن ڪکن ۾ محفوظ رهيا.

4 ۽ 5 صفر 1235هہ مطابق 1906ع جي وچ واري اڌ رات جو کيس اوچتو علالت ٿي، جنهن جي ان کان اڳ ڪابہ ظاهري علامت نہ هئي. انهيءَ مهل پنهنجي پوئين ڪافي "ڏاگها جيئڻ ڏينهن نہ اپري، پنڌ پراهون منزل ڏور" چيائين. چون ٿا تہ کين نزع جي عالم ۾ ڏسي اتي جيڪي موجود هئا، تن کي ارمان ٿيو تہ خدا جي برگزيده بندن کي بہ آخري وقت ۾ ڪيڏي نہ تڪليف ٿي سهڻي پوي! تنهن تي پاڻ اکيون کولي کيس فرمايائين تہ "ابا! گاڏر کي ڪپڙي سان ڪابہ دشمني ناهي. هن جو وير آهي مهير سان، سو جيڪا ميرائي آهي اها پاڻ سان کڻي وڃڻ بجاءِ بهتر ٿيندو تہ ٿوري تڪليف وٺي هتي ئي ڇڏي هلجي."

## مائي ليلان:

مائي ليلان جي ذڪر کان سواءِ سيد مصري شاهہ جي سوانح حيات مڪمل نہ ٿيندي، جا مائي صاحبہ ساري زندگي سائينءَ جي سفر حضر ۾ ساڻس گڏ هئي ۽ سندس انتقال کان پوءِ هڪ سال تائين اوتاري تي مجاور بڻجي ويٺي رهي. آخر اتي ئي مري، مرشد جي پيرانديءَ کان دفن ٿي.

ليلان هڪ ماهر فن رقاصه. حيدرآباد جي ماڙيچن جي قوم مان هئي، جيڪي دراصل ڪتري مسلمان ڇپيا وڃن ٿا. سندس مائٽ ننڍي ئي کيس سائينءَ جي خدمت ۾ ڇڏي ويا. جهڙي هئي شڪل ۽ صورت جي سهڻي، تهڙي ئي ڳائڻ ۾ ملوڪ. هميشه سائين جي اڳيان حاضريءَ ۾ هوندي هئي ۽ اک هميشه مرشد ۾ کتل هوندي هيس. جن ڏٺي تن جو چوڻ آهي ته نهايت فضيلت ماب، باادب ۽ ڪم گو عورت هوندي هئي. ڪلام فقط سائينءَ جو ڳائيندي هئي ۽ حاضرين جي حلقي ۾ قطار کان هڪ قدم اڳتي. بلڪل سائينءَ جي سامهون ٿي وهندي هئي. سائين سدائين "مائي" ڪري سڏيندو ۽ جمع ۾ خطاب ڪندو هوس مثلاً "مائي ليلان فلاڻي ماڻهو کي سڏي وٺجو. فلاڻو ڪم ڪري ڇڏجو." وچ ۾ ڪجهه وقت لاءِ مائٽن ۾ موٽي وئي پر اتي اهڙي ڪا بيماري اچي لڳيس جو سَنڌ ئي سڪي پيس، جنهن ڪري رشتيدار وري ڪٺائي سائينءَ جي اوتاري تي ڇڏي ويس. اتي اچي وري جلد ئي چاڪ چوبند ٿي پئي. بولي نالي هڪ پٽ به ڄڻيائين جنهن پنهنجي مرشد متعلق هيٺيون بيت چيو آهي:

"سائين سدائين هجين نصرپور ۾ نر،
ڏسي تو ڏاتار کي ڪامي مرن ڪر......"

بولي جو پٽ محمد اسماعيل هن وقت پوليس سب انسپيڪٽر جي عهدي تي فائز آهي. سندس خاندان مان هن وقت مائي خوشحالي ۽ مشهور رقاصه شمع حيدرآباد ۾ رهن ٿيون ۽ عرس جي موقعي تي هر سال درگاهه تي چونڪي ڏيڻ لاءِ حاضري ڀرينديون آهن.

سندس جسم خاڪي شاهہ محمود جي متبرڪ درگاهہ جي اتر طرف سپرد خاڪ ڪيو ويو. سندن آخري آرام گاهہ تي جوڌپور جي مريدن پنهنجي ملڪ مان ڳاڙهو پٿر آڻي سندس پائيتي مِيان علي غلام شاهہ جي نظرداري هيٺ، مزار مبارڪ مٿان ڳاڙهي پٿر جي عمدي چِٽي ٺاهي جڙي آهي.

هر سال 5 صفر تي سندن سالانہ عرس انتهائي احترام ۽ اهتمام سان ملهايو ويندو آهي، جنهن موقعي تي ڪڇ، گجرات، جوڌپور، جيپور ۽ اجمير مان هزارها هندو ۽ مسلمان مريد مڙي اچي چونڪيءَ لاءِ حاضر ٿيندا آهن. ڪي هندو مريد جي هتان لڏي آفريڪا هليا ويا آهن، هر سال مرشد جي درگاهہ تي حاضريءَ ڀرڻ لاءِ لازمي طور ايندا آهن.

گاديءَ تي سندس پائيتيو سيد علي غلام شاهہ ولد سيد فتح محمد شاهہ ويٺو جنهن 1928ع ۾ رضا ڪئي. ڪيس ڪوبہ اولاد نہ هو، جنهنڪري سندس مامي جو پٽ سيد قادر شاهہ، جو پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم ۽ موسيقيءَ جو ماهر فنڪار هو، گادي ڏٽي ٿيو.

مصري شاهہ کيس پنهنجي پائٽيءَ سان شادي ڪرائي هئي، جنهن مان کيس ٻہ پٽ ڄاوا. ننڍو سندس حياتيءَ ۾ ئي راهہ رباني وٺي ويو ۽ وڏي سيد مريد علي شاهہ مسند ماڻي. سائين مريد علي شاهہ بعد سندن لائق فرزند سيد قادر شاهہ ثاني هن وقت مسند نشين آهي.

**پيغام:**

سمورن صوفي سالڪن وانگر سيد مصري شاهہ تي پڻ پنهنجي دؤر ۾ اهوئي ازلي پيغام پهچائڻ جو فرض عائد هو. جو ڪانئس اڳ شاهہ عنايت رضوي، شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ ٻيا

اولياءَ الله ڏيندا ويا. مصري شاهہ جو سمورو صوفيانہ ڪلام انهي مرڪزي خيال تي ڦرندو نظر اچي ٿو تہ "ذات نسورو نور، آيو سانگ ڍڪي صورت جو". جيئن سچل چيو تہ "اهو اٿم ارمان، ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس." مصري شاهہ ساڳي ڳالهہ ٻين اکرن ۾ دهرائي تہ "اهو آهي افسوس، ماڳ مسافر تي مالڪ وينو." انسان کي پنهنجو اصلي مڪان ياد ڏياريندي، شاهہ صاحب کيس ڏياريندو هليو آهي تہ "پکي تون تہ آهين پرڏيهي، ڪهڙي وهہ ڪان وطن ڇڏيوئي؟" "هستي ڇڏ هن جاءِ، تي مساڪن ملڪ عدم جو". شاهہ لطيف دنيائي تماشن ۾ غافل انسان کي سجاڳيءَ جي دعوت ڏيندي فرمايو: "ستا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري، تو جو ساڙيهہ سمجهيو، سو مانجهاندي جو ماڳ." مصري شاهہ ان کي ڪافيءَ جي صورت ۾ ڏئي چيو: "مانجهاندي جو ماڳ پلو يار ميان، راهہ مسافر رات وهاڻي!"

دنيا جي بي ثباتي جي دليل طور ان ڪان وڌيڪ بهتر ٻيو ڪهڙو مثال ٿي سگهي ٿو تہ "قطر سينءَ جو ڪارخانو، ڪکر ڇانءِ، ڪوڙو چمر" دنيا کي هڪ چِنيل ڏکيل ڪنوار سان مشابهت ڏيندي مصري شاهہ هڪ اخلاقي نظم ۾ چيو آهي تہ ان مڪار رن، ملمعي ۽ مڪر سان منهن چٽيو آهي، جنهن ڪان نفس نافرمان کي بچائڻ جي واحد واٽ اها آهي تہ خودي جي خام خيال کي جلائي ڇڏجي تہ پوءِ ڇڻ ناڪس کي زنجير پئجي ويندا. دنيائي عيش متعلق ڪهڙو نہ صحيح چيو اٿس:

"عيش دنيا جا مڙيئي مان وارا ۽ ملوڪ،
سک هڪيءَ ساعت جو ۽ ساريءَ عمر جو سور ٿيوا"

مصري شاهہ جو سمورو ڪلام بي خبر انسان لاءِ سجاڳيءَ جو سڏ آهي. "جاڳ ڏي جيءَ کي جفا، گينوار غفلت کي ڇڏي، رات وئي اپنڻ اکيون توکي نياڳا ننڊ نہ ڏي." ان نياڳ جي ننڊ مان سجاڳ ڪري کيس هڪل هڻي ٿو تہ "هئڻ ۽ هستي اٿئي پُتل

پٽ جو پروسو. نانهن آهين نانهن ٿي ويهہ. نانهن ۾ نجهرو اڏي." هن حَياتي کي حباب مثل ڪوڙي ڪکر جي ڇانءِ سڏي، سيد مصري انسان کي تنبيهہ ڪري ٿو تہ "هڙ پرائيءَ تي هونئن ٿي بانور رکي بيٺو آهين. شئي ڏسي ٿو شيڪجين ويندئي وٺي ويلي ڪنهين." پنهنجي اصلي ماڳ ڏانهن موٽڻ جي مهميز مصريءَ شاهہ جي ڪلام جي هر سٽ ۾ مضمر آهي، جنهن سان گڏ هو ماڳ جي مسافر کي اڳواٽ آگاهہ ڪري ٿو تہ. "هيءَ نہ تنهنجي تون نہ هن جو. عمر مايا ڪوڙ ڇاڻ، مور تون ماڳهين مسافر رات ٿو رڻ ۾ رهين". اهائي تنبيهہ ۽ تلقين آهي جا الله جا برگزيده بندا وقت بوقت ڪندا پئي آيا آهن، ڪندا رهن ٿا ۽ تاقيامت ڪندا رهندا.

**مصري شاهہ امام جي ڪلام جون ادبي خوبيون:**

هن ڪامل شاعر جي ڪلام ۾ سڀ شاعراڻيون خوبيون موجود آهن. سندس بيت، ڏوهيڙا، وايون ۽ ڪافيون قديم شاعرن وانگر چند وديا جي متن تي ٺهيل آهن تہ غزل پارسي شاعرن وانگر علم عروض جي قاعدن تي ٺهيل آهن. منجهن ڪيترين ئي لاثاني تشبيهون، استعارا ۽ صنعتون ڪم آيل آهن جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

**1_ تشبيهہ:**

شاعر جڏهن شيءَ جي ڪليو ڪلايو بيٺ ڪندو آهي تڏهن ان کي تشبيهہ چئبو آهي. مثال:_ ويندو مثل واءِ جي هيءَ طلسم ترت تمام..........

**2۔ استعارہ:**

جيڪڏهن اها پيٽ اهڙي ڪلي نہ هوندي تہ ان کي استعارہ چئبو آهي، مثال: ڪراندر جي آرسي تقويٰ جي صيقل سان صاف"

**3۔ ڪنايون:**

لفظن کي اهڙي طرح سان استعمال ڪرڻ جو اصل معنيٰ بہ قائم رهي پر مجازي معنيٰ جا پئدا ٿئي سا ، درست سمجهي وڃي. مثال:

"موڪل ڏي تہ ملير وڃان، راجا راضي رہءِ،
تہ لهي سنگهارن سيءَ ادو عمر چام جو"

**4۔ ايهام:**

معنيٰ وهم ۾ وجهڻ. شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم اچن جن جون گهڻيون معنائون ٿي سگهن. مثال:۔

مٿان رانجهن توڙي يوسف مصري، مڙيون مٽي تنهن جو مان.

**5۔ مجاز مرسل:**

جيڪڏهن شاعر شيءَ جي عام نالي ونڻ بدران ان شيءَ جو نالو جنهن مان اها شيءَ ٺهي آهي يا اصل معنيٰ بدران ٻي معنيٰ، پر اها تشبيهہ نہ هجي تہ چئبو تہ صنعت مجاز مرسل ڪم آئي. "هنيون" گوندر لٿا اعلان ٿيو آزار کي.

**6۔ مراعات النظير:**

جيڪڏهن شاعر هڪ ئي هنڌ اهڙا لفظ استعمال ڪري جن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان نسبت هجي:

"مرلي سي مجهي موهہ ڪي جوڳي جان ليڪيوي"

## 7_ تجنيس حرفي:

جيڪڏهن مصرع ۾ اهڙا لفظ ڪم آيل هجن جن جو پهريون اکر ساڳيون هجي، تہ ان کي تجنيس حرفي چئجي. هيءَ صنعت مصري شاهہ جي شعر ۾ تمام گهڻي استعمال ٿيل آهي. مثال

"تظر رکي آءُ تو نرمل ناتي ننگ جي الا"

## 8_ تضاد حرفي:

ساڳئي.مصرع ۾ بہ لفظ هڪٻئي جا ضد ڪم آيل هجن تہ اها صنعت تضاد حرفي سڏبي مثال:

"ڪُن اچي ڪديا قلم، امرونهي سڀ ٿيا عدم"

## 9_ تلميع:

جڏهن شعر ۾ قرآن شريف يا حديث يا ڪنهن مشهور ماڻهوءَ بابت يا ڳالهہ بابت ڪو اشارو ڪيل هجي تہ ان کي صنعت تلميع چئبو آهي. مثال:

فاذْ ڪروِني آذْڪرڪُمْ اباڻن اهڃاڻ

## 10_ صنعت تجاهل عارفانہ:

شاعر شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم آڻي جن ۾ ڪا ڳالهہ سمجهي بہ پر ڄاڻي واڻي اڻڄاڻائي ڏيکاري، يعني اها ڳالهہ اهڙيءَ طرح بيان ڪري جو ڄڻ ان بابت ڪجهہ بہ ڪين تو ڄاڻي. مثال:

"دين مذهب ڪٽ رهيا ڪفرءِ اسلام، رند راهون نهاريندا رهيا"

## 11_ تجنيس معمہ:

ڪو نالو ڳجهارت وانگر ڪم آڻي، مثال:

"آ اشارو عين ات مصري م ڇڏ ميدان کي"

هت عين مان اشارو حضرت علي رضہ ڏانهن آهي.

**12_ تجنيس قام:**

ڪنهن بہ مصرع ۾ اهڙا بہ لفظ ڪم آڻجن جن جي صورتخطي هڪ جهڙي هجي پر معنيٰ جدا جدا هجي. مثال

"تو بلا بڪل سڄڻ ڪهڙ بلا بيمار جا"

**13_ تجنيس جمع باتفريق:**

ٻن شين ڪي اول ڌار ڌار بيان ڪري پوءِ گڏ بيان ڪرڻ ڪي تجنيس جمع باتفريق چئبو آهي. مثال

اندر آڙاهہ عشق جا مگر ۾ ماتام، لهس لوءِ لوسائي تنهن وڏيس.

**14_ صنعت ارصاد:**

ارصا معنيٰ چوڪيدار پهرينءَ مصرع ۾ ڪو قافيہ ڪم آڻجي ۽ ٻي مصرع ۾ اهڙا لفظ آڻجن جو پڙهندڙ ازخود صحيح ڪري وجي تہ هن مصرع جو قافيہ ڪهڙو ٿيندو.

مثال:_ ساريو ساريان روز رهاڻيون، تارا تڪيندي راتيون وهاڻيون

**15_ صنعت حسن التعليل:**

ڳالهہ جو مشهور سبب ڪو ٻيو هجي پر شاعر ان لاءِ ڪو سهڻو سبب ڏي.

مثال:

ذري سونهن يوسف ڪي بازار نيائون،
بنا ملهہ مقيد خريدار ڪيائون،
مصر ۾ نہ منظور ٿيو ماهتابي.

**16_ صنعت ضرب الامثال يا ارسال المثل:**

شعر ۾ ڪو پهاڪو ڪم آڻڻ

مثال: جڏهن حب الوطن آنديءَ

من الايمان سچ سمجهيءَ

**17_ صنعت تجريد:**

هڪ شيءِ مان ٻي پيدا ڪرڻ ۽ متڪلم پاڻ کي حاضر ۾ آڻي پاڻ سان ڳالهائي جو ٻيو ڪوبہ نہ سمجهي تہ بيان پنهنجو ٿو ڪري يا ٻي ڪنهن جو. تہ ان کي صنعت تجريد چئبو آهي.

مثال: ياد ڪر تہ ياد ٿيئن لائي نوان نت نينهڙا،

ميون ماڻن سين نہ مار، سمجهہ سياڻا ڪر ڪا سهٽل سائين.

**18_ بلند خياليءَ جا مثال:**

اسين عشق ۾ ٿياسون الٽ، ڪريون ڪوهہ ڪفر ايمان کي،

اسين اجايل عجز جا ڪريون ڪوهہ وصل ويران کي.

**19_ منظر نگاريءَ جا مثال:**

بالوب ڪا جهوڙا کهول ڪي، ڪالي ڪيس

ڪنگهي سي قول ڪي، هنس هنس،

ڪي باتيان بول ڪي گن گيان ليگيوري

20_ شاهہ مصري امام جي شعر پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪين تاريخ جي ڄاڻ تمام گهڻي هئي. ڪيترن ئي ڪافين ۽ ٻين ڪن بيتن ايران جي مشهور بادشاهن ۽ پهلوانن جي قصن طرف تمام سهڻي نموني اشارا ڏنا اٿن.

مثلاً: حضرت يوسف ع، حضرت موسيٰ ع، خضرع، رستم، زال زر، سڪندر، دارات ڪيڪائوس جو ذڪر وڻندڙ نموني ڪيو اٿس.

برھہ جا بان تون بيحد، بچين باري بَنيون، بالم!

---

منجهان آدم اسان ڪارڻ، چڏي اولاً ٿيون اظهر،
چئي اَلْعَبْدُ اَنَا اَحمَدُ، سڪڻ جا ساز ڪئي سالم.

ڪري پورا پهت پڙ ۾، پاتا تو پير پاڪيزا،
صنوبر سروَ ٿيا ساجد، قري في الحال ٿيا فالم.

جڏهن ميدان جنگيءَ ۾ جُڙي جاني ڪيئي جلوا،
انهيءَ شعلي شمع شاهد، امام الانس جن عالم.

وجهي مَ خانه ۾ 'مصري'، ٻڌي دستار تو دلبر،
وٺي هٿ ۾ وٺي واحد، چڏيئي چوڙي زلف ظالم.

***

بروبر بيخوديءَ جا پر، پياري يار پيمانہ

---

رهي هر حال ۾ مائل، سَڏي سائل تو اي سهڻا،
پياري شوق جا ساغر، ڪيئي داناءِ ديوانہ.

ورائي تو اصل ويندا، پيارين ٿو اي پَٽ پُر ڪيو،
نِها وَسَنَئي سدا شل نَر، اهڙا محبوب ميخانہ.

مرون ماڻهو، ملڪ حورون، پڪي جن جيت ۾ پريون،
پيو دستئون تنهنجي دلبر، وتن ٿا مرگهہ مستانہ.

سڪي سيمرغ ٿيا ساجد، مٿي ميخاني مَٽ تنهنجي،
برهہ جي بوءِ ڪيا بي پر، اڏائين عشق آشيانہ.

گهٽي گهَري منجهان گهاٽي، مروت ڪر ڪا 'مصريءَ' سان،
پياري قدح مان ڪؤثر، وسايو خانہ ويرانہ.

***

ڏاڍا ناز سجڻ ڏيکارين ٿو.

---

تات جنھن کي طلب تنھنجي جي،
سي وربو ڪيئن وسارين ٿو.

جيڏانھن ڪيڏانھن ڪٺيو اڪڙيون،
محبت واريون مارين ٿو.

اجھل اوېڙا، نين بچايو،
پھت پرين پنھنجا پارين ٿو.

'مصري' چئي ساڻ جو ماڻن،
ميون دليون جيارين ٿو.

***

ڏيئي نيڻن جا نظارا، سيني لائيي ڪيئي سلامي.

---

ڏسي تجليون ٿيا تائب،
نيازي نازجا نائب،
جهلي ڪعبي جا ڪنارا، اچي ساجن ٿيا سلامي.

سڪندر سرڪ سدا سائل،
مٿي ميخاني جا مائل،
ڪيا ڪيڪائوس دارا، اوهانجي عشق انعامي.

زلف زندان وجهن زاهد،
اڙائين اوچتا عابد،
گهرا گيسو ڪيس ڪارا، ڏسي شائق ٿيا شامي.

جمل جامان جڙاداري،
مرصّع تاج مرواري،
چوڏس چمڪن چوڏارا، قبائون ڪُلّ ڪِمامي.

محب 'مصري' اڱڻ آيا،
سنيها ساهہ سمجهايا،
اوري اڏيائون آٽي اوتارا، وري هر باب ٿيا حامي.

***

گھونگھٽ واريون گتيون گتيون، ڇڏ هر گت گڏجي.

---

ڏيئي ڏڏن کي ساغر سڪ جا،
لاھ نقاب لِڪڻ ۽ لِڪ جا،
ماڻن سنديون متيون متيون.

پيون پَڌر سي پوءِ نہ وَنديون،
تانگھا تار مڙيئي ترنديون،
جي راز تنهنجي رتيون رتيون.

بيحال جي بندي بھارڻ،
مشتاقن جي مارڻ ڪاڻ،
سيرَ چوڙيئي سي ڇِتيون ڇتيون.

مَنْ طَلَبَ تنهنجا قول اصل جا،
واري خيما کوڙ وصل جا،
پَيج فراق جون پِتيون پتيون.

سچا سُخن فَاَمّاَ السّائل،
مُصريءَ ساڻ ملي تيو مائل،
پار پرين پنهنجون پتيون پتيون.

***

ڪئين ڪهاڻيون ڪنديونَ ڪنديون، تنهنجي بره بچڻ جون.

---

وَلَحْن اَقْرَبُ - نينڻ اڙائي،
چشم اَويڙا چوڏس چائي،
بازيگر تو بنديون بنديون.

جي نيون جي نوڪن چڙهيون،
سي سُبحانَ الَّذي اَسْريٰ پڙهنديون،
دلبر دردن ونديونِ ونديون.

ڪوٺيو ويٺو ڪيس ڪرائين،
ويندون واريو پوءِ ورائين،
گڏ وهارين گنديون گنديون.

برهه اوهانجو بيشڪ باري،
زورَاور تي توسين زاري،
ميٺ 'مصريءَ' جون مديون مديون.

***

ساتيئڙا رات ويڙا مونکي جيڏيون ڪين جاڳائي.

---

بوتا چوڙي پنيور پيلايائون، پينر بي پرواھيءَ ساڻ،
ڪھڙيءَ پت ڪنگال ڪري، تن توڏن کي ترسائي،

ڪرھا ڪنوات سُوات نہ ھاڻا، اوجھڙ ويا سي اوٺيڙا،
پرھ پوءِ پھاڙ ۾ تن جا، تي پورھيت پير پڇائي.

نند نصيب نياڳ جا ڏينم، جاڳيس ڪين جوانن لاءِ،
اھڙا ستاڻا سيڻ ڏسي، چو ستيس سيج وڇائي.

چاڻي سچاڻي چپر چڙي ويا، جيئري جيئي جانيئڙا،
سيئي محب موٽائي 'مصري'، محمد چام ملائي.

***

سي سدا رهيون سڪي جن دلين ڪي تو دام پاتا.

---

وَنَحْنُ اَقْرَبُ مان وٽ وينيون،
پڪي اسان جي پاڙهي پيئون،
لئون لائي وئيون لِڪي.

لاَ تَقْنَطُوا جي وعدي وهاريون،
برهه بچي اوهان بندي ٻهاريون،
جڳ تين رهيون جُهڪي.

ڪُلُ شَيءِ مّحيط مشتاقن،
اهي اشارا آهن عشاقن،
شڪ آڻين تا شڪي.

مُصريُ مرض محبت ماريو،
جام پياري تنهن کي جئاريو،
ٻاجهه پريا ڏيو ٻُڪي.

***

لاهه گهونگهٽ تي لاحجاب. ڪراسان سين انجام اچڻ جا.

---

چائي چشم مبارڪ ڇهر،
گڏجي گوليءَ سان تيو گهرا،
نازڪ لاهه نقاب.

بي وڙي آئون وڙ ڪان وبيس،
اچي اوهان جي پناري پيبيس،
بديون منهنجي باب.

سُٺي سهڻا اهنجي نانوُ نماڻي،
شاها پنهنجو شان سجاڻي،
لاهه تندي چڏ تاب.

مُصري مست متي مُک تنهنجي،
ڪري احسان اگڻ آءُ اُن جي،
بخشي حرف حساب.

***

جن ناز ڏٺا سي ٿيا نروار،
شـوق وجـائي شان جا.

---

ڪيائون قبول ڪسڻ قدم تان،
گل رخسار، مستان چشم تان،
صدقو سي چمار، پهت سندن پيڪان جا.

پيا زنجير زلف جا جن کي،
لحظا لئون لطف جا تن کي،
ساقيءَ جيءَ سنيار، جُنگ پين جولان جا.

لڳن نينهن هنيائون نعرا،
وڃي مٿي ڪيا مردن مارا،
عشق وٺن اختيار، محبت جي ميدان جا.

جام جڙن تا مر تن مُصري
آءُ چون تان اچ تون اُسري،
پير مَ پوئتي وار، ماڻ مزا ميخان جا.

***

برهہ بيرنگ بي حساب،
تو مَين جي مَت منجهائي.

---

جتي هٽي نيزا نظارا، نائڪ نوڪون نيهن ناب،
ان اثر اعلاج جي، طاقت طبيب ناهہ تاب،
گڏ ڪٽي ڊيڙا ڍڪائي.

هوش جي اُت ناهہ حاجت، ٿيون متيون سڀ مهٽي هاب،
عقل ات اوجهو ٿيو، ڪنهن رمز جو وڃيو رباب،
نظر سين نوعي نَچائي.

عشق جت آڌيو اڙائي، تت نہ هوئي ڪي حجابُ،
درد در پردا وڃائيا، ڏوهہ ٿيا هاٽي ثواب،
ڪفر اي ڪلمون پڙهائي.

جيئن بدل بجليون ٿيون پڙڪن، تيئن لڪيو لاهي نقاب،
سو سڄاڻج صحيح 'مصري' منهن مقابل ماهتابُ،
منجهہ ئي منجهہ جو مچ مچائي.

***

اسان اُميدون وڏيون وڏيون،
اڃان آھن تو ۾.

---

ھاڻ مڙيئي حيلا حجتون،
ڇيھ ڇنم مون ڇڏيون ڇڏيون.

پاڻ سڃاڻي ساڄن سڪنديون،
سھڄن سان تو سڏيون سڏيون.

دعوائون دوئِ بينائي جون،
لنؤن تنھنجي سان لڏيون لڏيون.

لاتَقْنَطو امنْ الرّحمَۃُاللہ،
جاني جياريئي جڏيون جڏيون.

محب مُصريؔ سان ماڻا ڇڏيو،
رمزن واربون رَڏيون رَڏيون.

***

جهانگيئڙن کؤن جدا گهڙي نہ گهاريندي،
سرهي صحبت سندين، منڙي محبت سندين، ساريو سارينديس.

---

آءٌ وساريان گهڻو وسريو کين وڃن،
چاکن وانگر چت ۾ چٽڪيو روز چکن،
تن مارن سان ملي هي ٿپ ٺارينديس.

کيئن کوٽن ۾ وهان مينڍين مُر ڏوئي،
لعل لڱن تي کري لينگڙ ياري لوئي،
ڏوٽيئڙن کي وڃي ڏيهہ ۾ ڏيکارينديس.

اجهي اباڻا ميان عمر وس چري هاڻ ورندم.
پسي پنوهارن کي نُنهن سينءَ نيڻ ٺرندم.
باٻاڻن سان ٻولون پنهنجون پارينديس.

پانڌي پائر ڏيهہ جو شال اجهو اچ ايندو،
تن مارن سان 'مصري' موليٰ ميڙيندو،
گاموين سان گڏجي ورهہ وسارينديس.

***

آئون ويڙهيچا وطن ڪيئن وساري وهنديس.

---

سپون سمونڊن ۾ جيئن سانوڻ ڪاڻ سڪن،
تيئن طلبون ۽ تانگهون ماڙيچن جون منهنجي من،
پاٽي پاس پرين شال پلر جو پئنديس.

جي رب راضي ٿيو ڪاٽيا قيد عمر،
آسون اميدون اهڙيون آهنم منجهہ اندر،
ڏيئي واڏايون وٽن پوءِ پڪن ۾ پهنديس.

هڪ جيڏين سان جيئن هت هيس آءٌ هيڪاندي،
تيئن مارن سين موليٰ ميڙيندو هيءَ ماندي،
جنب گڏاريم گڏ جن، ڏيهہ وڃي سي ڏسنديس.

ويڙهيچن ڪؤن وڃڙي ويل ورهہ ٿي پانيان،
'مصري' موتي ڏسي لوئي هڏ نہ لاهيان،
ٻي نہ ڪنديس ڪا ڪَن، جا سين آءٌ پئي جيئنديس.

❊❊❊

ويندا لوهہ لهي اج سياٽي.

---

لاَ تَقْنَطُوامِنْ رَحْمَتُ اللهُ،
ايندو پرين پهي، اج سياٽي.

آخر هلندين اوڏهين،
ڪوڏينهن ڪوٺ رهي، اج سياٽي.

نائي نينهن نهوڙيا،
تنهنجي نينهن نهي، اج سياٽي.

ملندئي 'مصريءَ' ڪان بہ متي،
ماڙيچن جي مهي، اج سياٽي.

***

ماھيءَ جا مونکي ميھڻا سڀ سھجون ساھ سيباڻا.

---

تخت ھزارا تي يڪبارا، چڙيو ئي تور تڪاڻا جي،
ڇوچڪ جي گھر چاڪ سڏايو ئي ٻوڙي شان ٻاڻا.

ھرڪنھن حال وصال تيوسين، اھڙا آڻا ڻاڻا جي،
ڏسي ھميشه ھيڪاندا ھمدم، رھيا رقيب ريساڻا.

ٻاتا طعنا مون ڳل ڳانا، بديون ۽ بھتانا جي،
سيئي سھسين سرير سيباڻا، ماڻا محبوباڻا.

رانجھن يار ھئين جو ھار، اھو ھر جاءِ ھُل ھلاڻا جي،
سڄي شان شھاڻا 'مصري'، وڃ سيالين سماڻا.

***

عشق اصلئون ادبيت جي وڏي قَنات ڪيرائي.

---

منجهان موسيٰ ڏنيون تجليون پيون تڏهين طور تي تنهنجون،
شمس الضُحيٰ سندي شعلي مطلع الا نوار جي مُنهن جون،
چڙي سا جاءِ جمعيت جي جبل پنهنجو پاڻ جلائي.

ذوقئون ظاهر تي زليخا پڙهيائين باب برهہ جو،
وٺي يوسف تي مصر ڏي ور وحدت جي ورهہ جو،
عزيزي عام عزت جي ڪير ڪنعاني ڪَهائي.

اول احد پوءِ اَنَا احمد سڏايئي سر سلطاني،
مڙئي ڪار ڪفر جي متي مذهب مسلماني،
محمد ﷺ نانءُ محبت جي لِڪا مِ لئون ڪي لڪائي.

مجي منصور ڪيو مظهر انا الحق عشق اثباتي،
علو اسرار عجائب جي ڪري جهلڪار ڏنائين جهاتي،
اشاري امر الوهيت جي سر ميدان مارائي.

مام سمجهج ايها 'مصري' ڏنا جي عشق اشارا،
سڃاڻيو تون سُڃاڻج ناز نيڻن جا نظارا،
سر سُوريءَ تي چڙهائج پيون متيون وڃائي.

***

ناتي نازن جي ڪيا نظر نهال، ملڪ فلڪ مخمور ٿيا.

---

ڪيائون ناز نقابا لاهي،
وڌائون ڪوٽ ڪفر جا ڍاهي،
باندي ٿيا بيحال، چشم مبارڪ چور ڪيا.

تجلن تنهنجن جبل جلايا،
ان آڙاهہ تي عاشق آيا،
پئي ٿيا پئمال، مچ گهڙي منصور ٿيا.

سهڻي ساقيءَ ساغر سڪ جا،
لڪ لڪوٽي لحظن لڪ جا،
ڏنن جام جلال، پيتائون پر نور ٿيا.

جهڳ مڳ جهلڪيدار پيالا،
محب ڏناسون محبت والا،
’مصري‘ مالا مال، هينئڙي هاڻ حضور ٿيا.

***

اکيون ازخود اچي اڙيون ڪري سامان سڪ وارا.

---

جتي جانب لوُن لاين، اجا اَتئي اپيون آهن،
ورڻ واريون هڏئون ناهن، ڪنهين لالچ وجي لڙيون.
هٽي بيٺيون نسنگ نعرا.

سياهہ ڪج زلف شب رنگي، ڪري جلوا جهلي جنگي،
ٻڌي ڪنهن ٻاڻ سان ٻنگي، نپٽ نيندن ڇٻي نڙيون،
وڏا واسينگ وهہ وارا.

اکين ڏاڍو سو عشق لايو، وجن ٽيون گهور سان گهايو،
مارين مرگان چشم چايو، ڏاڍي ڪنهن چاهہ ڪيون چريون،
جهجن تا نيڻ ويچارا.

جادوگر يار جاڳايون، سڏي سيني سجڻ لايون،
'مصري' محب مارايون، پئين قابو ڪمند ڪڙيون،
چلڻ جا سپ چڪئن چارا.

***

اکڙيون نازجي ناتي، سي تان رمز پليريءَ رتيون.

---

جام جلالي پيار پياري،
تنهن تماشي وهم وساري.
موَ انهيءَ کان متيون.

ناز نيڻن جي نيون نهوڙي،
اچي بيٺيون خيمان کوڙي،
طرف سجڻ جي ستيون.

زلف سياهہ واسينگ ولاتي،
جهٽ وجهن تا پايو جهاتي،
پيڙا ويڙن پتيون.

کوني قريبن قيد ڪرايون،
واري 'مصري' ڪنهن نہ ورايون،
ناز سهڻي جي نتيون.

***

تنهنجي زلفن ڪيڙو زيان وي، چڻ وشيهر نانگ ور وڌيا.

---

جوڳي جلايا جلويدارن،
يڳا مورچا ڪئين مڻ وارن،
اڙي اجاريا قلبن ڪارن سبق ڏئي سبحان وي.

سيهہ شوخ سدا شب رنگي،
زابر زور لڙن تا زنگي،
اڙي فارس توءِ فرنگي ماري ڪيا مستان وي.

شوريده سرشار سياهي،
بندئو پوءِ ڪن بي پرواهي،
افلاطون توڙي ڪي طائي هيڻ ڪيا حيران وي.

سيل اصيل واسينگ اويڙا،
جهلؤ ڪن تا جهڙپون جهيڙا،
'مصري' ٿيا منصور ميڙا مچائيون ميدان وي.

❊❊❊

بيٺا تي اڇي بي پرواهہ. سڄڻ سڪندن کي اڄ سامهون.

---

پرينءَ پري ڪان پاتي جهاتي، ايري جيئن ڏرو پرياتي،
ٿيو صبح ڪيو شمس شعاع وئيون رات فراق جون شامون.

لاهي نقابا ڪيائون نرواري ڪُلي بدن ٿيو باغ بهاري،
نري جُسي ڪيو نهري تاهہ ٿيم جناتُ عدنِ جو جامون.

ڪُلي گهُنڊ گهورن سين گهائيون سڏي سڪنديون سيني لائيون،
اونايائون اکنڊين جي آهہ مخفي طور ڏنائون مامون.

ڇايائون چشم مبارڪ چهرا ڏيئي لغڙ جيئن لوهون لهرا،
'مصري' آهن موت مباهہ، تَنَ کي ڪيو تيغونن طعامون.

❊❊❊

کھل پويئي کرقياس، کوھ تو کلپائين.

---

چندين چت چوري تنھنجي ڪوڙين ڪيئڙا ميان،
چور چشم چپراس.

نينھن نقابا نھايت نت نت نيڙي ميان،
نئون نئون ناز نراس.

تي غمناڪ گذارين تا غم تنھنجي ۾ ميان،
گم غريق غواص.

سر سھجئون ڏين سڪنديون توٽي توڪي ميان،
گھرجي توءِ تپاس.

چڙ ماٽا تيءُ 'مصري' ساڻ مشتاقن ميان،
مَ تيِ محب مَوَاسُ.

***

ورھہ ويراڳين جي وات، پورب وارو ويا پنڌ پُڇائي.

---

سنجھي سامين ڪئي ھنگلاچ ھلڻ جي،
وائي نہ وارئيون ھي ڪا واري ورڻ جي،
گھيڙ ڏسي اونھا گھاٽ، ثمر ڪنيائون سفر چتائي.

نينھن وارن کي ننڊ نہ آئي،
اِڪ الڪ ڏي لنؤن جن لائي،
اُٿي ويني اُڪاٽ، ويل نہ ويتا وينڻ وڇائي.

اڇا آديسن چيلھہ بند چيڙا،
پاڪ پلھہ سي نہ ڪيئون لنگ ليڙا،
ڏس لاھوتين جي لاٽ، جوڳي جبروت ۾ ويا جوت جاڳائي.

مُصريءَ ماکي مد محبت موريا،
برھہ بادل جي ڪکر ڪڪوريا،
چمر پئي جن تي چاٽ، ويا وڻ واسي وائرا وسائي.

❋❋❋

آئون وربو نتي وران، جيئن وران تيئن واربو، ڙي يار.

---

محبت تنهنجي مچ مچايا، برهه اوهان جي ڀڙڪا لايا،
ٻارڻ تنهن تي ٻران، هيءَ ٻري سا نہ ٻاربو - ڙي يار.

سهجن ساڻ ٿا سڪنديون سڏيو، گهرا ٿيو وربو گوليون گڏيو،
ٿاهه انهيءَ سان ٿي ٿران، جيئن ٿران تيئن ٿاربو - ڙي يار.

ڪنيزڪ جي قرابت ڪيهي، آئون جُتيءَ جي جوڙ نہ جيهي،
پورهيت ٿي من پران، پاڻياري پنهنجي پاربو - ڙي يار.

حدث جڳائين هڪ جهڙن سان، هيئن مَ ماربو مئي ماڻن سان،
گڏ رهڻ ٿي گهُران، جيئن گهُران تيئن گهاربو - ڙي يار.

ٻاجهارن جون جڙن ٻاڦيسون، تان ٿهن 'مصريءَ' جون مجليسون،
توهه اوهان جي ٿي تران، ترهي ري اڇي تاربو - ڙي يار.

❊

آئون جڏي نٿي جيئان، جام پياري تنهن کي جياريو.

---

پَت پئڻ ري نہ پوءِ وران،
آهي نا جيڻ نا ٿي مران،
آئون پڪ ڏيو تان پيئان،
ولهيءَ ڏي ڪا وٿي واريو.

روز ازل ڪنان آئون اُجايل،
سهڻا سائين سنديئي سائل،
گڏ گداگر ڪيئي ڪيان،
سي سرڪيون ساريو.

پاند حجاب جو ڇڏيو ڏاري،
هاڻي ڪلان توکي ڪيئن نهاري،
ناز ڪري جو دلڙي نيان،
نقابا نہ تڏهين نهاريو.

محب 'مصريءَ' ساڻ ماڻا ڇڏيو،
هر گت گڏجي گولي گڏيو،
هتي هيڪلي ٿي ٿيان،
سڏي سڪنديون وٺ وهاريو.

❊❊❊

سنيها سجڻ پار جا، سوزئون سڻ تون سالڪ سارا.

---

نورنگ ناز نوان نٿ نت نت دام وجهن ديدار جا،
ڪائين ڪل خيال خبيشي ٻاڻ هتي ٻي پار جا،
جڏهن لاهي نقابا ڏين نظارا.

راس رخ جي رنگ جهڪا ڪيا حورن ۽ هالار جا،
شعلي تتهنجي شمس نہ ثاني، مور نہ مٽ پيزار جا،
شاهہ سڪندر توڙي دارا.

بيٺا گردا گرد شمع ڪي عاشق ان اسرار جا،
پيا پلٽ پروانہ پتنگ جهٽ جي لڳن جهلڪار جا،
ورن پوئتي ڪين ويچارا.

مک مهتاب منور 'مصري' روپ عجب رخسار جا،
تجلن سين سڀ ڪيائون تالان، نوع نشي سرشار جا،
اهڙا اکڙيون ڏين اشارا.

❊

آخر اوڏاهين ويندينءَ، ٿانءَ وجي ٽر ٽيندينءَ،
ڪو دم ڪوٽ رهي.

---

قيد آهين ڪو دم هت قسمت سانگي ڪوئي،
ڏوڙ پريا ڏوم ڏہر ڏراڙن ري ڏوئي،
لاهين متان ڪين لِڪ سينءَ لينگڙياري لوئي،
ان اطلس ڪان اڳري پائر پرهيندينءَ.

پَنوهارن ڪان پري پروس پلڪ پيا،
ههڙا حال هتي قيدالماءَ ڪيا،
ڏوٽيئڙن ڪي ڏٺي ڏاڍا ڏينهن ٿيا،
لکيو لوح قلم لِڪ نہ لاهيندينءَ.

ڪيم پنّولا پهرج اگڻ عمر جي اڇي،
اڳ اهڙي ڪانہ ڪئي، ڪا ڪُر اوهان جي ڪڇي،
وسندا مينهن مارئي پوندا پٽ پڇي،
ڪاڄ ڪانٺوبا ڪنييون ڪاٿُڙ ڏيهہ ۾ ڪيندينءَ.

سخت سنيها مڪا 'مصري' ماروئڙن،
حق پچن جي هتهين سي ستيون هُت نہ سڌجن،
سرتيون سيل رکيو، ماروءَ مهندان مرڪن،
تون پڻ تن سان ملي ڳالهيون ڳرهيندينءَ.

❊❊❊

قيد ڇڏيندم ڪين، عمر اجهي آيم اباڻا،
نيٺ نذر ڪي نيندا پنهنجي ڏيهہ ڏاڏاڻا.

---

ميرا مَنہ مارو پنهنجا، ماڙين تي نہ متين،
تڪيا تنهنجا طول وهاڻا.

وتن سنگهار سَيرا، توڙي قوت ڪتين،
للرلنب ۽ لاٽا.

چوڙيليون چاريندي وچڙا، پريو نت پرين،
پُسيءَ سين پاند پراڻا.

'مصري' مارو ملڪ پنهنجي ۾ ، سَيَر سڏ نہ سٽين،
ويڙهيچا وتن ويڳاڻا.

***

ڪَہ ڄاڻان ڪھڙي ڏوھہ، ڇوري ڇپر ڇڏي ويا،
ڏاڍي زوراور ذات جتن جي.

---

پينر پانيم ڪي پيڙا ھوندا،
آخر ڏئي اندوھہ، گولي گوندر گڏي ويا،
ماءُ ڏاڍائي ڏِس ڏين جي.

جڏھن مديون منھنجون ٿيون محبن معلوم،
تڏھين رُلائي رند روھہ، وري ويلي وڏي ويا،
جوڙي ھنيائوم جڙ جيرن جي.

ڪَرم ڪمينيءَ جي قلم قضا جا جھڙا،
لکيا ھوا منجھ لوح، اھڙا انگ اڏي ويا،
ڪانھِليءَ ۾ ڪانھي، ڪاتي پھچ پنڌن جي.

پھہ پھاڙ ۾ ٿي محڪم ’مصري‘،
ڪيچن ڪارڻ ڪوھہ، جنھن لَڪ تان لنگھي ويا،
ووڙ انھن جي وات وطن جي.

***

سيباڻي ساھ کي شهرت، سنيم سهجئون سڄڻ سر تي،
جو هو جيءَ جان سين جڙيم، ڪري ڳهٽو ڳچيءَ ڳل جو.

---

ڏسي صورت سنديءَ ثابت، صحيح سهسين ڏيان سجدا،
وري وھ واھ وضو ساريم، ڪڍي رت روح ۽ دل جو.

منهنجو ڪعبو اِهي ابرو، ڪنڊا جي قوس ٻئي تنهنجا،
ٻه بيت الله وري بلڪل، رکي تانگهو نہ تن تل جو.

اگر زاهد انهيءَ ڪُن جي، وجي ويهجو تئي واقف،
ڇڏي طاعت تئي تارڪ، ٻڌي ترهو توڪل جو.

اڪين جي آب سين عاشق، وري ور ڏئي وضو ساري،
نمازون نفل نت نِيَتي، ڏسي نم ناز نرمل جو.

مچي ميخاني محبت جي، ملي مَٽَ جو تون تي مائل،
تہ مجنون جيئن جڙئي 'مصري' قدح ڪيڪان قاتل جو.

***

ڪهران قاتل ڪڪوهہ توڪان، جو ماري مرد مڻ وارا،
ـہ من هڪ تل تئي تارڪ، ڪنا دنيا هي دم منهنجو.

---

هلت هن جي هڏهين حرڪت، لمحہ جنهن منجهہ لذت ناهي،
هئي تون دل ڪٿي بن ڏي، قديمي ڪوڙ ڪم جنهن جو.

اللو ڪر فڪر فرقت ڪي، ڪٿي جمشيد جو پيالو،
اهو پيمان ڪيو پٽ مون، اصل ناهي عدم جنهن جو.

اهي ڇم دست، ڪر ديدار، درويشن جو دل دائم،
ڏسي مورثون هتيو حضرت، هو هرڪنهن تي حڪم جنهن جو.

مهي ميخانہ محبت جي، ملي مَئي پي تہ منهہ مخفي،
الهيءَ شرطئون تئي پڌرو، خلل خواري ختم جنهن جو.

پيالو پيءُ ۽ هڻ پَٽَ سان، هي پَٽُ پنهنجي پسڻ وارو،
ـہ ملڪو الموت تئي مسخر، قمر زهره قسم جنهن جو.

ڪمانون ٿو ڪڍين قدسي، هٽيو ڌربين نٿو دلبر،
هي معتجب سدا 'مصري'، نظم افشان نظم جنهن جو.

***

جيجان جوش جلڻ جيءَ ۾ جدائي جا.

----

جيڪر جيئري مليم، آئون هوت ڪين ميس،
پرت وڃايم پردا، ساري لوڪ سُيس،
پور ڏڪايم پيرهن عشق آگاهي جا.

برهہ بيمار ڪيس، صحت ڪيان تي سڏڙا،
درد چڪايم دعويٰ هور پڳم سپ هڏڙا،
پيا ڏکيءَ کي ڏسڻ عجب الاهي جا.

سيني لائي سڏي، پوءِ ويا چپر چڏي،
اهڙي هين منجهہ اندر، ڪوهہ گولي ويا گڏي،
وري ڏسو اوهين وجهلن هنج هيرائي جا.

ساجن ساقي تي هلي، وراهي مر وٺي،
متان مڙين تون 'مصري' برهہ تہ باري بني،
ڪر پريتئون هاڻ پيڻ جام جڏائي جا.

***

ڪيو اظهار اي اسرار اچي تو عشق عالم ۾،
رنگينو راز ٿيو پڌرو هلايو هنر حڪمت کي.

---

لکائي لوح قلم قدسي تو دائم دين دنيا جا،
کلي قطرا ٿيا قائم زيب آور زيب زينت کي.

عجب رنگدار رنگ پور ۾ ڪيئي واهہ ويس جي واري،
پسي پريون ملڪ ماڻهو نمن تنهنجي نزاڪت کي.

طلوعي تاب ۽ طلعت تجلو تاج تنهنجي جو،
ڏسي تو ڪين چنو چمڙو اهيو نابين نعمت کي.

مٿي اڙدن سدا اڳرو اهو آن جو اسم اعظم،
پکو جمشيد هٽي پيالو قدح ڪشف و ڪرامت کي.

لکائي تيغ تنهنجي جي همہ هر سو ڪري حملا،
هڏي هت ٿيا اچي حاضر چڏيو شاهن شجاعت کي.

انهيءَ شمشير جو سچ جي پوي پرتوو جي پهڻن تي،
قسم آهي تہ سر قلبئون گهري شوقئون شهادت کي.

لکي منجھ شان جنهن ڪنهن جي قلم تنهنجي بدي نيڪي،
سن پارڻ ڳجهو پڌرو انهي تقدير تهمت کي.

مڙئي مخلوق تيا مظهر، ڳنا ڪيميا تنهنجي قدرت،
اها دولت سنڌئي دائم، سدا امن ۽ امانت ڪي.

تنهنجي بخشش مثل بادل سدائين رات سانوڻ جي،
وسي تان هوند ٿئي وسندي، وري ويران ولايت ڪي.

سگهو ساقي ڏي سا سرڪي، منجهان ڪنهن آب عبرت جي،
تہ رهي هينئڙو رکي حاضر هميشه حال حيرت ڪي.

سڪي سينگار تنهنجي ڪي، اچي تان عمر ٿي پوري،
بہ اسم الله بديون بخشي، ڇڏيو 'مصري' حجابت ڪي.

***

ڌراڙن ري دمہ، هت آئون تي قيد گذاريان،
آئون تي گهنگهر گهاريان.

---

حاڪم هيئن هڻن حڪمن سان،
ناهي اوهان جو نيمہ،
ڏي موڪل تہ وڃون وجي واريان.

اصلئون ائين لکيو منهنجي انگ ۾،
ڪُنْ فَيَڪُوْنَ جو قلمہ،
هت پيئي پروس پاريان.

اَنَ متائي اوڍيان اطلس،
ايءُ پڻ ڪوجهو ڪمہ،
ڪيئن ويڙهيچن ڪي وساريان.

من ۾ ماروُئڙن جو 'مصري'
ڪجڻ خيال ختمہ،
هت هَي هَي هنجون وينٺي هاريان.

***

جاني ڏسي تنهنجي جاءِ، تن تسالو ٿيون تلايون.

---

جت نهايت ناهہ اُتي آهين،
حسن هدايت في هر شيءِ،
سبب تنهنجي ساءِ، ملڪ فلڪ سڀ موجود لايون.

لاهي حجاب حورون پريون،
چاهہ چشم جي سين ڪيئي چريون،
الٽا ديد اڙاءِ، تجليٰ ڏيئي تو ترسايون.

ڏاڍا ڏاڍايون تو ڏيکارين،
سڪنديءَ ڏي جي سنئون نهارين،
تہ ڪوڙين ڪرم سنداءِ، پايان ٿي لک پال پلايون.

جيئن تهي تيئن پرينيم ٿاهيو،
'مصري' ڪان پنهنجو منهن مَ لڪايو،
پاند پيارل لاءِ، سهڻا سائين چڏ سبرايون.

❊❊❊

جان جان نئي منجهه جان، تان تان حجاب لاهه ليا ڪا.

---

وَسئي رنگ پور راول جوڳي،
ڪئي سامي سهڻا تو دل سوگهي،
ٻاڻ هٽي ڪيئي ٻان، نال نقاب تو جهلي جا ڪا.

موهي ڪيئي مجروح ملائڪ،
درمل ناهي تنهن درمان دائڪ،
ويا ويچ مٿان، ڪٽي تيزاب ۽ ترياقا.

دارون دلبر تو هٿ تن جو،
نيئي جان ۽ جيئڙو جن جو،
چڪن چاڪ سندان، سَچ سيماب سڻ صدا ڪا.

سهڻا توکي سلطان سڪن تا،
پيا پرمِ پنڌ پچن تا،
سفر سال تيان، جاني جناب جا ڏَسيو ڏاڪا.

جڙيا! جيئڙي لاهه جدايون،
’مصري‘ جون ڪر معاف مدايون،
آڏا جي عصيان، ڏس نہ اسان جو ڏوهه خطا ڪا.

***

توں منهن لڪائي م مار،
ماڙو ناهہ مناسب مشتاقن سان.

---

وَفِي اَنْفُسِكُمْ وارا وعدا،
پنهنجا پيارل پار.

اِهْدِ نَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيم،
چڙهي ڏاڍ ڏيکار.

لاهي نقابا طرف نماڻن،
نازڪ يار نهار.

مشفق مائل تي ’مصري‘ ڏي،
واڳ وصل جي وار.

***

ماڙيون پانيام ماتام،
مولا ماروئڙن ري دل ماندي،
الا ورھ وھامي راتڙي.

---

اوني اباڻي پار ڏي، من پرھ ڦٽيءَ پيغام،
آئي پائر ڏيھ جو کو پانڌي.

موتي اسان کي ميھڻو، ھيرا ھار حرام،
آھي چوڙين کي نت چاندي.

کوھ ڪڙولا قيد جا، ڪوڙا ڪوٽ ڪمام،
پائڻ باھ برابر باندي.

ڪندا نيئي ڪڏھن الا، منھنجو ملڪ مقام،
ٿيندا قيدياڻيءَ جا ڪانڌي.

مان وڏي سان 'مصري' کي، الا ميڙئين محمد چام،
نہ وھم انھيءَ ڪان دل ٿئي واندي.

***

وجن ويڙهيچا نہ وسري، وهڪون جن جون وارين ۾.

---

ڍار ڍنگر جي ڍٽ، پهون پهرايم پٽ،
وِکيا مون تي ور وٽ، چام جُنڊا چارين ۾.

جُوءِ ڪشادي جيڏين، قوت ڪڪائون ڪن،
ڏؤنرا ڏين وٽن، پهت پنهوارن ۾.

ڪالهہ ڪَتِي جا مونِ، رڪ پرور پرتنهنجي تون،
سون رپو ۽ سيمون سوءَ سنگهارن ۾.

ويڙهہ وماسيا وتن، ويڙهيا منجهہ ولين،
مُصريؔ ماڳ سندن، گهوٽن ۽ گهارن ۾.

***

سنگهارن کي ساري، ساهه منهنجو سومرا.

---

والي ويڙهيچن ڏي، واڳ وطن تي واري،
قسمت قيدالماءَ مان، علي شير اکاري.

مڙيئي ملڪ ملير جو، پريو مينهن موچاري،
پنهون پنوهارن پانهنجون پُرڪويون پَلُر پياري.

اندر اباڻي پار ڏي، جهجئو جيءُ جهونگاري،
مون مَنْ ماروءَ چام لئه، گوندر ڏينهن گذاري.

ماڳ اهي 'مصري' چئي، وهان ڪين وساري،
اٿم اميد الله ۾، ڏاتر شال ڏيکاري.

***

سانگي سنيالي سانگ پنهنجا، ويڙا ڏور ڍهائي،
الا من ميڙائو مون ٿئي.

---

جوءِ جيڏاهين جيڏئين، تن تيڏاهين تانگهہ،
اوري آٽيندن شال الاهي.

سنيها ساٽيهن جا، ڪالهہ ڏنا مونکي ڪانگ،
خاصِي گنيانتي خبر سٽائي.

مينهن موڪون لائيون، سا قولاري قانگ،
جيڪا ويڙهيچن تي ورهائي.

موتي هيرا 'مصري' چوي، پانيان نسورا نانگ،
منهنجي ماڙين دلڙي منجهائي.

***

يڳل ئي سان پير پيرِ، ڪَٽُ تہ ڪُوڙي ڪم اچيئي.

---

ڪوهہ اَياڳي ارٿ سان،
ويٺي وڃهين آهين وير وير.

اُٿي اَتڻ آءُ سڳهي،
ڪر ڪيم ڪي دم دير دير.

تَڪُ ونڳي جي وَر گهٽيرا،
غافل تائين گهير گهير.

سُٽُ صرافن سامهون،
ڪاپائتيون ڪنديون ڪير ڪير.

محبت رکي من ۾ 'مصري'،
في الحقيقت قير قير.

***

وسري ويا ہئي جُڳ جڏهن، دل جان سان دلبر ڏٺم،
مهتاب مک محبوب جو، محراب منهن منور ڏٺم.

---

دل سجاتو سجڻ جو، اچي سير سيڪنهن جاءِ تي،
مَنَ جا تيا مطلب مڙيئي پورا پرين پرور ڏٺم.

شيخ قاضي پاڪدامن، اي مشائخ مولوي،
ڪر نصيحت ڪي ڦٽو، هر جاءِ حق حاضر ڏٺم.

دين ۽ ايمان تقويٰ، زلف جي پيا پيچ ۾،
دام ۾ داڻي مثل، تڪرار ڪارو تر ڏٺم.

عمر ساريءَ جي عبادت، تر هڪي تاراج ڪئي،
ويو هٽي هندو ڪٽي، ڪعبي اندر ڪافر ڏٺم.

عاقل ۽ عالم اوليا، صنعان جهڙا سوَ هزار،
قيد ڪامل جي ڪڙي ۾، ملڪ سڀ مضطر ڏٺم.

حسن خود هٿ ۾ جنهين جي دام ڏاڍو دلفريب،
راهہ ۾ رهزن وڏو ئي، رهنما رهبر ڏٺم.

چؤطرف، چارئي ڏسيون، چوڏهن طبق، چارئي مڪان،
ڪونہ ہيو ٻڏندڙ ڏليون، تنهن مٿ نڪو مسخر ڏٺم.

ڏس همت حضرت حسين جي، پٽ اکيون اي آسمان،
دل ڪتل دشت بلا ۾ ساقِي ڪوثر ڏٺم.

ٻڌ مٿي پوري ڪئي، منصور 'مصري' سڀ مراد،
سر بسر صورتِ الاهي، سهڻ سندس سرور ڏٺم.

❋❋❋

ياد ڪر تان ياد تين، لائي نوان نت نينهڙا.
ري يادگيري يار جي ڪوڙا ڪنڻ هت ڏينهڙا.

---

جي وساريندين تہ وسري تون بہ ويندين ويسرا.
فَاذْكُرُونِي في الحقيقت سڻ اهي سنيهڙا.

هت وٺي هل هوت جو، پيرين متان پنڌڙو ڪرين.
ورنہ انهيءَ ويڙهہ ۾ سهسين سجهن سپ سينهڙا.

ڪري اڪڙيون پير رڙهہ، راحت اٿئي رڙهڻ ۾،
ڏي جفائون جان لهہ، ڳولهي پنهوءَ جا ڳينهڙا.

ٻول ٻاروچل ڪيا، پاريندو پاڙهي پٻ ڏٺي،
وندر ۾ وسندا وري، ’مصري‘ محبت مينهڙا.

***

وڙ چڙهي وائي مني، ڪانگل ڪهي تو ڪال جا،
چوَ اڳڻ ايندا ڪڏهن، هت هوت محرم حال جا.

---

لنوءِ مَنهن منهنجي مٺا، ليڪي لَڪڻ تنهن لعل جا،
ڏي خبر ڪنياتا ڪريَ، جڏيون جياري جال جا.

پر هٽي ڪي پار ڏي، ماڻن پيري جي مثال جا،
سي سنيها ڏي سگهو، موتي اچڻ جي مقال جا.

گس جهلي گوندر لٿا، پڏي ويڻ واٽ وصال جا،
سڀ لمح لحظي لهي ويا، سيڻن ڪئي سنيال جا.

مهر محبوبن سندي، عيسيٰ امر اعمال جا،
ٿيا جنازا جان سين ساعت اندر صد سال جا.

هت ڇُڙي ۽ اک قَري، ٻي ارٿ ڍرڪي مال جا،
ٿيا سياڳا سوڻ 'مصري' جرح ويا جنجال جا.

***

سجده گاهہ صورت ۾ چاڙي، سير جن سر جو ڪيو.
مسجد مڙهي ميخاني ۾، محبوب تن ميسر ٿيو.

---

هت هتي هر ڪنهن وجهہ، هر جاءِ حق حاضر ڏسي،
سرخرو ساجد ٿيا، سهسين اچن سي سر ڏيو.

سڪ سندي ساقي ڏني، سُرڪي سڏي جا سور جي،
تنهن مَئي محبت موهيا، مقدر مرڻ مانجهين مجيو.

هي عيد چاتو عاشقن عهداً امر الله جو.
خير شر خالق سوا ڪنهن ڪان نہ چاڻن ڪي ٻيو.

مَنْ طَلَبَ شَيءُ مڙيئي، ’مصري‘ مرادون من اندر،
”وَنَحُنَ اَقْرَبُ“ ويجهڙو، ووڙيندي وارث ور پيو.

***

ڏس صاف صوفي اج اڇي پيمان يڪ رنگ يار جو،
تان ڪسوٽي قلب جي آگاهه ٿئين اسرار جو.

---

وحدتا ڪثرت جو قلزم ٿيو متارو موج ور،
لڙ لٽي لهرين لڪايو ڪپر ڪارونيار جو.

زهد طاعت ۽ عبادت ڪين ـ ٿيندي جلوه گر،
نيڪ نامي ناهه ڪر ڇڏنيم ننگ و عار جو.

ڪفر ۽ اسلام ڪي هِت هَٽ ڀڏي تسليم ڪر،
تڪيو تڪبر ترڪ ڪر تسبيح استغفار جو.

مست مائل رند انهيءَ رازن سندا محرم مقيم،
ٿيا پتنگ پرجهي پرولهي، پهه ڪري ان پار جو.

ڪر اندر جي آرسي، تقويٰ جي صيقل ساڻ صاف،
وڻ ”هٺڻ“ جو ڇڏ وڃي تُر هومَ ٻَڌ تڪرار جو.

مٿي متو مهراڻ ’مصري‘ آهه مشڪل موج مست،
ڪنهن تَري تاروءَ پتو آندو نہ ابتي آر جو.

***

ڪيهي ڪتابت ڪريون، ڪاڪل ڪنڍڙي ۽ ڪجل جي.

---

صفون سهيسن سڪندن سنديون،
چال ڏسي ٿيون چريون،
بي چون بيرنگ بي مثل جي.

پائي دام دلين کي دلبر،
دست دوا تي ڏريون،
طمع ڏيئي طعامي تل جي.

هيون حيرت ۾ حسن جي حورون،
پرت پرن ٿيون پريون،
انهيءَ شڪاريءَ جي شڪل جي.

’مصري‘ مشتاقن جي رت سان،
نين نوڪون پريون،
ڪار ڪيبر ڪن قتل جي.

***

ڪج زلف ڪمند ڪڙيارا، سي تان پائين دام دوپارا،
ڏين لامارا لحظي لحظي، بند ڪن بلغ بخارا.

---

ور وجهيو واسينگ ورن تا ڪيس تليهر ڪارا،
رهزن چڻ رخسار رنگيءَ تي مار متئا مڻ وارا.

پيا نشان پيڪان تنهنجا مرگان وتن تا مارا،
ڇينن ساڻ ڪمن چوڏس هٽيو چشم مبارڪ چارا.

لالائي ڪيون لعلون ليزم صورت شمس ستارا،
شعلي شان لجايون شمعون پيون ٿيون خاڪ پيزارا.

سوسن سنبل سروَ صنوبر لالا توءِ هزارا،
مڙني داغ دوپارا جهليا ٿيا عريان اپهارا.

جلوا مثل جناب عَدْن مِنَ تَحْتِهَا اَلانْهارا،
جن جا بخت پرائن 'مصري' سي نر ڏسن نظارا.

***

ڪر ڪا مهر مل ماهرو، مَ لڪاءِ مک مڪرم مدام.

---

دلدار دم دور مَ وهو، ڪو ڪر ڪرم ڪامل اهو،
هر مهل سر مک کولئو، هڪ لِک لمح وارهو لگام.

ڪرهو درد دل ڪا دور دک، مَ لڪاءِ مارو مور مُک،
سرهو سدا اهو سور سک، دل دام در دارالسّلام.

ڪر ڪرم وارو ڪو ڪڪر، وهلو وسو وس واهور،
وھ ورھ آھ وھ واھ وکر اصلؤ لکهو عالم دوام.

رھ راس راول ڪر رحم، مَ سهاءِ سو سھ سهم،
حور و ملڪ مارئا مرم، مائل ڪرهو مرحم ملام.

ڪا مدد مالڪ مهر ڪر، گولو گدا گل گام گهر،
سرهو سڪالو ساھ سر، 'مصري' رکهو عالم امام.

❋❋❋

لٿي نماڻن جون دليون، ناحق نگارا بي سبب،
وڻ وهيو ويهجو وربو ڪريين ڪنارا بي سبب.

---

ناز سين لاهيو نقابا، گڏ وهيو گهونگهٽ ڪڍين،
ڪوهہ متا مشتاق مارين، ڏيئي نظارا بي سبب.

لال لب لعلِ يمن جون، روءِ رخ رشڪِ چمن،
نيڻ نرگس نيم خوابي، انتظارا بي سبب.

زلف سلسلدار گيسو، عنبرين رخسار تي،
ڪر ڪيڻو ڪانئن ڪليجا، نانگ ڪارا بي سبب.

ڪن ڪمان ابرو اڏو اڏ رخش رستم زال ڪي،
سام بر زوءِ گيهو ڪان تا وتن وارا بي سبب.

عشق جي آٽي اري ۾ پوءِ پراهون ٿيو بهين،
آهہ دل دلبر سندي تي سنگ خارا بي سبب.

سهج سڪندن ڪي سڏيو، تهتئون تژائين ترت تون،
هي سندءِ انصاف عالم آشڪارا بي سبب.

مر نہ عاشق عيد ڪن، ماڻا مَ ڪر محبوب تون،
ڪيس چڏ ڪہ تو ڪُهين، ور ڏيو ويچارا بي سبب.

مهر ڪر ’مصريءَ‘ تي خوش دل ڪيم تي خنجر گذار،
نت عيوض وٺندئي انهيءَ جو داد دارا بي سبب.

هستي ڇڏ هن جاءِ، ٿئي مساڪن ملڪ عدم جو.

---

هٽ هئڻ جي حيف حويليءَ، وڪ وطن ڏي پاءِ،
ڪوڙيون ملهہ تنهنجي قدم قدم جو.

هي جي انديشا اٽڪل وارا، ”لا“ سي سڀ لڙهاءِ،
آسانگو اڙبيم پرم جو.

سير صفاتي دم درجاتي، وچ تي وهم وڃاءِ،
پيچ تهہ خانو هي طلسم جو.

مُوتُواقِبْلَ الْمَوتَ جو ’مصري‘ منجهہ ٿي مچ مچاءِ،
معنيٰ مطلب نينهن نظم جو.

***

منهن تنهنجو مصحُف، بي ادب تنهن سان ڪيئن ٿيندس؟

---

منهن مبارڪ مظهر ذاتي، صورت چاٽي صاف،
صِدقئون ساري سجدا ڏيندس.

جهڙي ڪهڙي حال توسين، ڪاهي پنيون ڪوهه ڪاف،
نيهين نباهي نازڪ نيندس.

جاسين آهيم ساھ سسيءِ ۾، لاشڪ ڪانهي لاف،
مَنَ موهن توکي ڪيئن مٽيندس.

جي ملو 'مصري' کي، محرم ۽ سيئي سور صراف،
توسين وِره ويهي وٺيندس.

***

درد وندن کي ديدار جو دلبر واري ڏي دلداريون.

---

جيڏانهن ساجن تو سينداريون،
اچن اوڏانهن عين اپاريون،
پيون پسن اُن پار،
ورن پوءِ تي کين ويچاريون.

لاهي نقابا تو لَئون لاين،
فاصْبِرْ صَبْرًا سر تي اَين،
باتِ انهيءَ کيون بي اختيار،
بِرهُ بَچي اَن بَندي بيهاريون.

سهسين سيني ۾ سر واهيون،
بنديو کرين تون بي پرواهيون،
سهڻن جا سالار،
هٺي مُحب سدا مُنهن پاريون.

جبل ته جُلون ساڻ جلايئي،
مُصريءَ سان مُنهن ۾ لايئي،
اهڙا رکيئي جڏهن آر،
وارث تڏهين کيم وساريون.

❊❊❊

هٿي تو ڪيو هينئڙو هادي بند، پائي ڏاڍيون ڏوريون.

---

پيچ پيارل پاڻان پاتوئي،
ناتو نذر سان لائق لاتوئي،
ڪڙو ڪمينيءَ ڪنڌ.

ڏيئي ڏکيءَ کي دمِ دلاسا،
برھ بجي پيا پوريئي پاسا،
تڏھين پيس پنڌ.

لئون لڳين سي لاشڪ لُڇنديون،
پيئي پڌرسي تان پل پل پڇنديون،
نينهن نقاب جي نِنڌ.

لاَ تَقْنَطُوا تو تسلايون،
درد وندن کي ٿيون دلجايون،
ڦاسايون انهي ڦنڌ.

ڪٿي ياد ڪٿي ويو وسري،
ڪٿي ڪماند ڪٿي تون مُصري؛
هاڻ ڏسان کهڙي هنڌ.

***

دلڙيون دام دلبر جي ڏاڍي ناز نهوڙي نيون.

---

اَنَا اَحْمَد جا جڙين اشارا،
پيئون پڏر تي ڪري پسارا،
ٻن ڏنائون پيون.

پٽن دام ٿيون درمانديون،
وھن ڪيئن ورھ ڪان وانديون،
حسن هاديءَ جي هنيون.

نيون نهوڙي ناز نيڻن جي،
سک وڃاين سڪ سيڻن جي،
خوني خيال ڪنيون.

رنگ وٽين رخسار رنگيءَ جو،
جهٽ لڳن هاٿي جيڻ جنگيءَ جو،
قيد قربن ڪيون.

ڪن منيون مجليسون 'مصري'،
وين وهم ٻيا سڀ وسري،
رمز سهٽي جي رهيون.

***

ساهہ صبر نعو سهي، دل درماندي درسن ڏاران.

---

نينهن نقابت ڪين نهاري،
لڄ شرمہ جا گهنڊ اتاري،
پرت پڌر ٿي پهي.

اهڙي تا نہ هيس ڙي جيڏيون،
حسن هاديءَ جي ڪيون مون سان هيڏيون،
طلب وڌيس منجهہ تهي.

هاءِ پليندي نہ رهيو ڙي سرتيون،
روز ڏيانس ٿي ماهيو متيون،
رخ ڏسڻ ڌاران نہ رهي.

جيڪر جام جڙن بلوّري،
محب ’مصري‘ اڇي ڪن ميخوري،
تاهہ انهيءَ سين ٿي ٿهي.

❊❊❊

توئي سگهندي ٽيڙم سال ميان،
ساريو صحبت تي سخت گذاريان.

---

تنهنجي سانگي سهڻا سائين،
ههڙا ڪيا مون حال ميان،
پائي اَلفِيوُن تي عشق اُجاريان.

ڪڏهين ڪَنيز ڏي قاصد ايندو،
ڦيريو وڃهان اهي فال ميان،
ونيو وانڍرين تي نت نهاريان.

سهجڻون سڏيندا سي ساجن سڪنديون،
ڪندا صحي سنڀال ميان،
اُيهي سنيها تي ساهہ سيڪاريان.

سُڌ حياتيءَ جي سڄڻ نہ آهي،
جيئڻ هوندو نہ جال ميان،
ويهہ ويجهو تي وِرهہ وساريان.

'مصري' سان ڪر محب ملڻ جون،
واري واڳ وصال ميان،
توسان گڏجي هي غم ٽاريان.

***

اڄ تہ عجيبن آڻي لايا نينهن نوان.

---

برساتون ۽ بُوندون بدل بهار پِنا،
ريهي رحمت سان ريلي گَڏيئون چِمر چِنا،
سڀ هنڌ سبزا ٿيا عيدون اسان ۽ اوهان.

ڏٺيون کيانُتَن خبرون سهسين ساوڻ جون،
مليا مُحب مَنگل ڳائي ڳل لاوڻ جون،
الله کيون آباديون پانڌين پيرين پوان.

ٿيم گوندر ويا وسري شڪرانا شاديءَ جا،
ڪوڙئين ڪِروڙين ڪَرم حمد لکين هاديءَ جا،
صدقون صاحب سنديون کهڙيون چئي ڪيئن چوان.

ميلهن مُنڊائيتا 'مصري' واهه ولهرين وٽا،
سرها سيني لايا مليا محب مٽا،
ڏيهه، ڏنگو چا ڪندو سجڻ هُون سَنوان.

❊❊❊

## رامڪلي

ماءُ ڏٺيم اڄ مات مڙهين ۾،
جوڳي جيڪس ويا جبروت.
لوڪئون پاڻ لڪائي لاشڪ،
لاتگوتيا تيا لايموت.

سوجهي سڄ ۾ صحي سناسين،
صاحب هٿ ڪيو صبر سڪوت.

آڏيءَ رات اِٿي ويا اوڏانهين،
جيڏانهن سَمن هين ثابوت.

ڪينر ڪاپڙين جا ڪينهي،
قلب قراريو جن جي قوت.

نانهن تيا تڏهن نات نوازيا،
نانگا نڪري ويا ناسوت.

لالچ لوڀ ڇڏي تيا لاغم،
لعل لنگهي پيا ڪوَن لاهوت.

پاڻ وڃائي پورب هليا،
ياڻ پڄائون پولا پوت.

من جون ڪل مٽي ممتائون،
'مصري' ماڻيائون ملڪوت.

جيجان جوڳيءَ جا وي ويڙا،
ثمر سجوڙا سُرت سُجان.

---

چيلهين چڪر ٻڌائون چمڙا، چوڏس چاڙهيائون چوبان
آهہ هري جو انجي هردي، هرڪنهن مهل وتن حيران

تڪيو تاڪي ترڪ ڪيائون، ترت طمع جا سپ طولان
مُوتُوا مرڻا مهند مري ويا، مڙهيون ساڙي ماڳ مڪان

رمز عجائب راول رميا، راهہ مسافر ري سامان
دوئي وجائي دونهن دکايئون، دل منجهہ درد دکان

جُڳ جُڳ ٿيا جاميري جيئرا، گنگا جر پي جام جوان
مٿرا باسي 'مصري' چئي، هت مادر جيڪس هئا مهمان

❊❊❊

خوش خبر کيئن خير جي کنياتل ادا کا خوب ڏي،
منهين چڙهي مشتاق جي، ماڻن پيري مکتوب ڏي.

---

ڏي پتا پيغام پريان پار جا پرڙا هٽي،
جيئن اکنڊ سپ اَبر جي تيئن من منهنجي محبوب ڏي.

کَهُ وجي ڪانگا قريبن جي ڪنيزڪ ڪونيو،
گولي وٺيو کنڌ گلم جي، جوڙا چنڊيو جاروب ڏي.

ڪر ڪنڌيءَ ويهي حقيقت سڌ نہ پئي جيئن ساهہ کي،
جيئن اتان آنڌئي وٺي وڃ تيئن متي مطلوب ڏي.

مشڪ بو موڙي مهارون مهر سان 'مصري' مٿي،
ٻاجهہ سان ٻئي پيري ڏس، منهن ڪري مجذوب ڏي.

***

اسين عشق ۾ ٿياسون الٽ، ڪريون ڪوهہ ڪفر ايمان ڪي،
اسين اجايل عجز جا ڪريون ٗڪوهہ وصل ويران ڪي.

---

هن حياتيءَ لڳ ڏسون ٿا لعل لب مرجان ڪي،
پوءِ جنازا بي دفن ڪندا ڪوهہ قبرستان ڪي.

اسين ڪٺل آهيون قرب جا، مور نہ مڃيون فرقان ڪي،
پڇون ڪين دعويٰ داد جو قاضيءَ توڙي ديوان ڪي.

اسين قبلو ڄاڻو ڪعبو ڪج ابروءَ سندي ايوان ڪي،
جي نہ آهيو مست ڏسون ڪين ٻئي مستان ڪي.

جي گهرين ٿو منجهہ ٻنهي، عالم جيڻن جانان ڪي،
تان ڪٺي ڇڏ بهشت دوزخ روضہ رضوان ڪي.

جيڪو برهہ جو بار باسي ويو، ڪنہ قبرستان ڪي،
ڏٺائين ڏک ري ڪونہ ٻيو ٻيڙو نظر درمان ڪي.

حق جي صورت ٿو گهرين، ڇڏ باغ هن بستان ڪي،
آهہ اشارو عين اُت ’مصري‘ مَ ڇڏ ميدان ڪي.

***

اج عجيبن ڪان اثر آندي ڪنياتي خوش خبر،
ڪئي عطا امداد اج محبوب مان تي خوش خبر.

---

سپ اديون آتڻ اچي سٽو سنيھا سڄڻ جا،
تان ڪريان ڪل ڪانگ جي اظهار آن تي، خوش خبر.

ماءُ مسافر مال ئون، آيا وري عيدون ٿيون،
ڏنيم اوسھ اج امان، نانگن جي ناںءُ تي خوش خبر.

داغ ڏيئي دُوارڪا هليا وري هنگلاج ڏي،
آيا چُنڊي چيلامٽي تي گر جي گانءَ تي خوش خبر.

من ٺريم 'مصري' چوي، ويا گر ڏسي گوندر لهي،
آئي پورب پار جي سا هير هانءَ تي خوش خبر.

***

دست دلبر جي دوا دردن توڻي درمان جي،
وڻ تنهين ڪان ڪا وٺي، دولت ڏئي دل جان جي.

---

محب معنيٰ ۾ ملاحت ۾ منور مثل ماهہ،
ناهہ طاقت شمس و قمر سنبلہ ۾ سرطان جي.

تاب ڇا تارن جو هئي موسيٰ ڳنا تجليٰ تڪي،
هن جلايو جبل هئي رهبر ڳلي رحمان جي.

رخ رنگيءَ جنهن روپ سان روشن ڪيا ٻئي جڳ رلي،
پئي پڌر ههڙي حڪايت ناز جي نيشان جي.

منهن ڏسيو محبوب جو 'مصري' ڇئي اي مهربان،
جنهن ڏني ڏک، ڏور سپ وسندي ٿئي ويران جي.

❊❊❊

ھھڙا سڪڻ منھنجا حال ڪئا،
ڏي ڪا خبر ڪنياتا ڪري.

---

رمز رسم آهي ريت اڳئي اوهان اَلَ اِها،
هر هر ھُتي جا ھِت ڏيو سڪندن سدائين سنيھا،
آسا ڪيم مَت پنھنجي پري.

هن ضعيف جون زاريون وجي تيئن چئيج جيئن تي چوان،
ڪھل ۾ ڪو قياس پئي ڪانگل آئون تي ڪارون ڪريان،
تِمي نيڻ تيڙم هنج هري.

چئج موتي آ مسافر منهن ڏسڻ لئي تي مران،
درد جي درياهہ ۾ تنھنجي توهہ ترهي تي تران،
نَت هوند ويس هت مري.

سي اُڏامي آڻ تون وجي ڏينهن گهڻا جن لائيا،
چئو مَتان ماندو تئين ڏس محب 'مصري' آئيا،
لنؤ لات ڪا اهڙي وري.

***

پانڌي ادا پيغام ھيءُ نيئي پرينءَ کي پھچاءِ تون.

---

بيھوش بلبل بي صبر، بنان باغ بيوس بند رھي،
سياھہ سنبل زلف سلسدار سان سوگھي ڪيئي،
سڪنديءَ کي ڪيم سڪاءِ تون.

رمز سان رھزن رکيو رخسار تي تو تر تڏھن،
مغموم من مشتاق جو ملي مرغ زيرڪ جيئن مڏھن،
اچي ھٿ رکي ھيراءِ تون.

دل نگِي دربند ڪيو تو دام ۾ داڻو ڌريو،
يا کُھو يا ڪر لھو يا قيد مان آجو ڪريو،
سھڻا سائين مَ ستاءِ تون.

ڪڻ نيڻ ننگي نامور نرمل نماڻن ڏي نھار،
محب چڱ ’مصري‘ سين ماٺا منھن لڪائي ميون مَ مار،
رخ تي مَ چادر پاءِ تون.

❊❊❊

قاصد قريبن کي ڪهج، عاجز سندي آزار جو،
مرحمت مرهم ڪريو، درمل سڄڻ ديدار جو.

---

وڃ مَ وهُ اي واسطو جاني اتئي جبار جو،
آٽي ڪُڙيءَ کِهَ خاڪ ڏي ڪو قطرو ان قطار جو.

دل رهي نتي دام ۾ آهس نظر نظار جو،
ڪو ڏئو ڪڙو تنهنجي قيد لئي انهيءَ زلف خم خم دار جو.

سهڻ صبر ۾ سڪ گهٽي بلڪل نہ تيو بيڪار جو،
چئج چڪي سا چور تي هاٽي واڳ وارث وار جو.

تاب فرقت تلخ ڪئو تارون زهر هو مون زار جو،
ميوو 'مصري' کي مليو تنهن خوش لبن خنڪار جو.

***

سهسين رنگ سيلا سنها سر تي ستمگر ڪيم ڪر،
درد وندن جون دليون حيران هر هر ڪيم ڪر.

---

سياهہ سنبل زلف سهڻا، رخ مٿي چوڙيون چڏين،
مُشڪ سان موهي ملي، ماندا مسافر ڪيم ڪر.

ڪڻ سلوڻا نيڻ نرگس، نيم خوابي پر خمار،
نت نقاب اندر نماڻا، ناز پرور ڪيم ڪر.

منهن وجهيو محراب ۾، ابرن جي عاشق عيد ڪن،
بوالعجب برقو ڊڪي، آسمان اختر ڪيم ڪر.

جلوه گر نما تي، مهر ڪر ’مصري‘ مٿي،
دلربا درس ڏئي در دست خنجر ڪيم ڪر.

***

تنھنجي ديد جنگي دام اِج دلبر وڏا ديدار جا.
تن عاجزن آھون سُٺي عيلاج ڪر آزار جا.

---

ان اکڙين ڏيئي اشارا رت اسانجو هاريو.
پائي پيچ پرڏيهي ڪنا، تنھنجي زلف گھنڊريدار جا.

اِيَ سَهْيَ رَسْم شڪار جي، جي هٽن سي خوش تي ڪٽن،
جي گَڏيل گم ٿيو تہ تا ڪن نوع لکين نھار جا.

تون پر تير انداز تڪڙو، تُرت آءُ تَهَتئون تِڪو،
اَچي هٽي هٿ تار، رک وري شوق هي پہ شڪار جا.

ٻَڌ پَتِي پيرل اچي چڏ ماٽا، 'مصري' سين منا،
تو بنا بَلڪل سڄڻ کھڙا بِلا بيمار جا؟.

❋❋❋

## آسا

صادق صدقئون ڏي تون سجدا،
سمجھ وڃائي صحي سڃاڻ.

نازنينن جو نورنگ ناتو،
چاڻ وڃايو جن تن جاتو،
مت وڃاءِ تہ مليئي ماڻ.

ڪڏھن سڏايو سيني لائين،
ڪڏھين ورايو تھتئون تڙائين،
پھت سندن اي پڪو • پرياڻ.

ماڻ اھو ملھ ڪين ملي ٿو،
زور و زر ات ڪين ھلي ٿو،
نينھن نہ جڙي ٿو ناٽي ساڻ.

لئون لائي لڳي ڪين لڪڻ سان،
شھرت سھمون 'مصري' ساز سڪڻ سان،
پؤ پڌر تان پُرجھي پاڻ.

***

عاشق چڙهي تون اولا، پاءِ پڙ ۾ پير پورا،
لاهي لوڪ جا لياڪا، لُٽ سر لڄون سمورا.

---

سرمو تہ سيڪو پائي، اڪ اڪ جو قير آهي،
نِت نيڻ دل نمائي، ڏس ڏڪ ۽ سڪ کي ڏُورا.

جُز ڪل جي جاءِ هڪڙي، آهي لڪ لڪوني لِڪڙي،
ڪائي پان پرت پِڪڙي، وڏي پرينءَ ڪنهن پروڙا.

مخلوق ناهه خالق، محبوب مُلڪ مالِڪ،
سپ سِر سلوڪ سالڪ، ڏي اڪنڊ جا اجورا.

'مصري' ۾ مڙ مرڻ ڪان، ڏج ڪيم ڪي جيڻ ڪان،
پَتَ پاڪ جي پيڻ ڪان، طالب ملي ظهورا.

***

جيڪا وڻيئي سا سپ واهہ. ناهہ مجال مقال منهنجي جي.

---

تون سلطان سين سهڻن جو،
مائل ڪين قمر قدمن جو،
سنج جل صاف سدا سڪندن جو،
تاب ڳنا ٿيو طور تباهہ. ڏسي تجلي رخ تنهنجي جي.

ڏي ديدار دلاسو دلبر،
ڪامل لهہ ڪمينن جي ڪَر،
ڏس هڪ وار هيٺن ڏي هر هر،
نازڪ ناز سين نظر نگاهہ. ڪر پوئواري پازيءَ پنهنجي جي.

ماڻن سان مشتاق ٿو مارين،
ڪڏهن نهان ڪڏهن نهارين،
پنهنجا قول پرين نٿو پارين،
ٻنديو ٻهين ٿو بي پرواهہ. ڪهل نہ پوئي ٿي ڪيس ڪنهنجي جي.

سڻ تون باب برهہ جا ٻنديون،
ڪٿلون آخر توسين ڪنديون،
ميٺي معاف مڙيئي مديون،
'مصري' جون ڪر محب مباح" عادت آهي اصل اوهانجي.

***

بن بي رنگي ۾ بي اختيار،
رنگا رنگي تو رونق ماڻين.

---

بن بيرنگيءَ جون باکون ڦٽيون، ڪثرت قلزم تي ڇوهون ڇٽيون،
لهريون لک هزار، احد اصل جي صفت سجاڻي.

احد اصل کي اولاً ڇڏيوئي، سرو سلطاني گولن گڏيوئي،
استغنائي اپار، تنهنجي قدرت ُتون تو ڄاڻين.

اورانگهي افلاڪ اڏاڻي، پيچري پاپيءَ ۾ پئين اچي پاڙهي،
دام اهو دشوار، ”ڪُنْ فَيَڪُون“ جي قيد کهاڻي.

ڪثرت قلزم جي معنيٰ ُمصري، ويّ وحدت ۾ ويئي وسري،
سَمي جي سرڪار، مالڪ ويني تي مَئي مُهاڻي.

❊❊❊

جيڪي سڄڻ سوريءَ چاڙهيا، سي ڪيئن مشتاق مڇن وهوا.

---

زلف زنجير جنين ڳل پاتا،
طعنا بديون تن سر چاتا،
چاٽي چال وجايئون چاتا،
آٽي عشق اجاريا،
چڏيا جوانن جيءَ جَتَن وهوا.

جنهنڪي ڪوڏئون قريب ڪوٺائين،
تن کي تهتان ترت ترائين،
سُهما سهسين سُور سهائين،
سڪندن سينا ساڙيا،
ڪري اُلٽا پهت پرين وهوا.

تي نشان جهليائون نوڪون،
چتِ ۾ چشمن جون نت چوڪون،
هڙ دوجهان وڌائون هوڪون،
رونشن رند رُئاڙيا،
تا ويڄن لاءِ وتن وهوا.

تيا ميلاپ لِئي مجروحي،
ڏيئي ساقيءَ سُرڪ صبوحي،
طبع رنج اچارين روحي،
ڪُسي ڪونڌر قراريا،
هاٽي 'مُصري' شاهہ ملن وهوا.

اي مَد مست ڪري هوشيار، قدح قرب جو اوڪو آهي.

---

سَهسين سليمان سڪندر ساجد، مست ڪيا ميخاني جي د.
آهن ڪتا اُتي ڪئين سي عابد، هاتڪ لک ڪروڙ هزار.

ڪئين ڪيائين زبون زمانا، پاڻ ئي پَتِ هٽي پيمانا،
برهہ پڳا اُت ڪئين بتخانا، بيخود چاڙهي التا بار.

جنهن مد ماريا مير مٽيارا، سا ئي سُرڪ پيَن سڪ وارا،
مرشد پير مغانَ جي پاران، هر هر هاديءَ پاتن هار.

مُصري پُٽ هِڪَئي جو پيئي، سوجوان جُڳ جُڳ جيئي،
شمس برهہ جي شام نہ ٿيئي، هُون هميشہ ٻوڙا ٻپهار.

***

آهي اهو افسوس ماڳ مسافر تي مالڪ وينو.

---

ديس پرائو نہ دعوا تنهنجي، موڙهو آهين ڪري منهنجي منهنجي،
غيباٽو تون گس گوس، تاهئي ٺاهہ ٺاهيون هٽ ٽيئون.

منزل دور تون تنها آهين، بار ڳرو تو بَرَ ۾ لاهين،
پسي پاٽيءَ پوس، پاپي پجري ۾ پاٽهي پيئون.

جتان جوانن مڪڙا موڙيا، تني تعلق تو تڪيا جوڙيا،
پون انهيءَ جو پرووس، رڪج چست چڪاسي چيئون.

سالڪ ان ساعت ڪي سڃاڻن، پرين پرولهي ڪي پرمل ڄاڻن،
دليون ڏيئي دوس، محبت ماڪيءَ جون ’مصري‘ ميئون.

***

آئيو آخر وقت عجيب، واري وار وصال جون وٽيون.

---

نيڙي سڏئو نينهڙا لائين، پوءِ پرين ٿو پاڻ لڪائين،
انهيءَ ناز نقاب نجيب، گهائي گهور هٽي ڪيون گهٽيون.

مخفي طور منادي ماهيت، هر هنڌ هر هرجاءِ حڪايت،
نئون سڻايو ناد نقيب، تہ اکيون عشق فلڪ جون ڦٽيون.

جيڪا نيا ان پاڻ ٻهاري، تن کي ڪئين تيزاب پياري،
ٿيا ترسي ترسي تنگ طبيب، پٽ هٽي ويا پنيون پٽيون.

لاهي نقابا ڪر نظارو، پٽ ميخان محبت وارو،
ڪو قدسي قطرو ڏي قريب، تہ ڪيف انهيءَ ۾ ڪو دم ڪٽيون.

پاڪ پيالا پيري پر تون رل مل روز رهاڻيون ڪر تون،
ڇڏ هڪوار حجاب حبيب، تہ هي جڳ هو جڳ مَي تي مٽيون.

ڪر مجالس ٻيون ٻن ڏيئي، ’مصري‘ ساڻ مقابل ويهي،
رهن پلي تا رنج رقيب، دليون تين ڪرن جون ڪٽيون.

***

دلبر دل کي داغ، پاڻ ڏيکاري ڏنو ئي.

---

عَبْدَ احد ٻئي پيڙا، کيئين جُنگ کَتا کهڙا،
درد وندن جو دماغ، پير اِنهي سين يگوئي.

وٽيسُون وه واه وحيدي، لا خير في عَبيدي،
تنهنجو فضل فراغ، کهڙو قصد کيو ئي.

وري وسايا تو ويرانا، يَڳا کانگ قِتَن آشيانا،
زاغ چڙي ويا باغ، باز بره جو ٻچيو ئي.

چَکيئي ميخاني جي ’مصري‘، وري ويئي کين وسري،
چوڏس ٻاري چراغ، روشن راز رکيوئي.

***

هرڪنهن جي حاجت هرگز ناهہ،
موج برهہ جي مستقراري.

---

سهسين سيٽاهيا لهر لُڙهائي،
ٻانڌي ٻيڙا وير ورائي،
محبت مڪڙيون نين نباهي،
عاشق اُنهي جا آگاهہ.

آر اُبتا موج مجازي،
گم گرداب ڪيا ڪئين غازي،
بحر برہ جي اُلٽي بازي،
اَڏو اَڏ ڪري ارواح.

سر جو سانگو ڪوبہ نہ ڪر تون،
مُوتُوا مرڻا مَهندئي مر تون،
تُرهي طور اهڙي سين تر تون،
واري واري ٻيهر ٻانهہ.

بعد بقاء برهہ برساتي،
اندر ٻاهر ظاهر ذاتي،
هر دوجهان هميشه حياتي،
'مصري' مطلب تيا دلخواهہ.

❊❊❊

اڄ دلبر دامہ بنائي ڪيا عاشق ڏانهن عزمہ، وهوا.

---

تير تفنگ تراريون تبرون،
سينا سڪندن جا ٽيا سپرون،
خوني خنجر جون سُڻ خَبرون،
تو ڪجڪلاهہ ڪيرائي،
هٽي زور آور زخمہ، وهوا.

نوريءَ يار نقابا لاهيا،
نيزا، نوڪون، نيڻ چتايا،
ڀالا بٽچيون برهہ بچايا،
سُهمان سوز سهائي،
ڪيا سهٽي سهسين سِتمہ، وهوا.

هٽيو ٻاڻ ٻَڌي تو ٻنگي،
اڇليو عين جنگاور جنگي،
راول رمز ڏيڪارئون رنگي،
ڪريو فند فڪر قاسائي،
فرزند حوا آدمہ، وهوا.

جت ميدان محبوب متائين،
اُت پير پتنگ ڪي پائين،
جوت انهيءَ ۾ جِيّ جلائين،
رکي ڪامل مرد قدمہ، وهوا.

پانڌي پرينءَ کي ڏج پيغام ميان،
جيئن چوان تي تئن چئيج، ڙي يار.
ساٿي سڄڻن کي ڏج سلام ميان.

---

ٻَڌي ٻانَهن، جيئن ٻَهگِڻ ٻاهون،
تعظيمن سان تمام ميان،
ويهي اوڏو سو عرض ڪريج، ڙي يار.

ڪانگا ڪتابت ڪوٺِ رسائج،
فرصت ڪج ڪٽ ڪام ميان،
ويلو وڃ تي ڪومَ وجهيج، ڙي يار.

نينهن سڄڻ جي ننڊ ڦٽائي،
تي هرگز هوت حرام ميان،
سگهي سڪندن سار لهيج، ڙي يار.

دلبر توسين ڪا دعويٰ ناهي،
آهہ الله جو نام ميان،
منئون 'مصري' کي ڪيم متيج، ڙي يار.

❊❊❊

عشق سچو ايُ امامہ، مذهب محبت عين مبارڪ.

---

سُڻ ميان خليفا معلم خبرون،
ذوق وڃايم زيرون زبرون،
پيش پري ٿيا جزمون لامہ،
فرحي ان ڪان ٿياسون فارق.

قاضي ڪامل ڪاتب قاري،
برهہ چڏايم بزر گواري،
حسن هلايو حڪامہ،
تاب تنهنجي ڪيو تن کي تارڪ.

ست سڪڻ جي پڙهہ تون ساري،
ٻيا ورق سڀ وهم وساري،
آءٌ تہ پڏؤن احرامہ،
طلب اٿئي تحقيق تبارڪ.

منهن تہ ٽيو محراب پرينءَ جو،
سجدو ساب پيو 'مصري' جو،
پلي چون بدنام،
رمز انهي ۾ ٿياسون غارق.

***

پينر هيئن نہ پانيم ڪي مُحب مسافر ٿيندا.

---

آءُ نماڻي نذر ڏونگر ڏاڍا ٽر ٻن
پير پنهل جو وٺي ڇُلنديس منجھ ڇپن
انگ پيوت لايم، ڪَنين ڪيوٽ ۽ ويندا.

مون ولهيءَ وٽ ويهي، سور سَڄي ويا سوبون،
هور حبيباڻي هڪ ماءُ مُنجهايم متيون.
عشق اولاڪا آيم، مُئي ڪي سي ماريندا.

جيڪس آءُ نہ هيس، جوڙ جتن جو جيڏيون،
چوريءَ تڏهين ويا چڙهي، هوت ڪري مون سان هيڏيون،
پُور پَرايا پايم، گهايل سي گهاريندا.

هاڻ هلڻ حق تيو پهڻن منجھ پهڻ،
ناهہ مناسب 'مصري'، وارث ريءَ هت وهڻ،
آس ايها ئي آهہ، تہ واڳون شل واريندا.

***

ڏيرن جو ڪونهي ڏوهہ.
آهہ نماڻو نصيب نڏر جو.

---

لحظا لکن جا لوح ٿون لکيا،
سرتيون ساري سي مون سکيا،
ڪاف ڪشالا ڪوهہ،
پنڌ اٽانگو باري بـَـرَ جو.

قلم قضا جي هت منجهايم،
ننڊ نپاڳي اَوُيهر آيم،
چِرڪ رڪان تان چوهہ،
پيم پرو هُوند ويندي ورجو.

ساڻ ڳنهين جي ساجن سُتيس،
آڍو رڪي جي اديون اُٿيس،
آيم تان نہ اندوهہ،
پير نهارڻ پِرھ پَڌر جو.

جڏهين لکئي جون لڏيم لاٿون،
تڏهين ڏکيءَ کي ڏيج ڏنائون،
روز ميثاقون روهہ،
ووڙڻ 'مصري' وَرُ وندر جو.

***

محبوباڻي مامر جا پچ تون پانڌي پار پيرائتا.

---

رسمون ريتيون پريون پاهت، ڪوڙئين ڪفر ڪلام جا،
مڙيئي ڪيائون منسوخ مسئلا، اورئين هن اسلام جا،
فتويٰ ڏيئي پڙهيائو فاتحا.

پائي دامر دلين کي پهرين، اڇلي عشق امام جا،
بي پرواهہ بهن ٿي بلڪل، ننگ ڇڏي پنهنجي نامر جا،
پوءِ نازڪ نين نباهي ناتا.

پاڻا قرب اجارين پنهنجا، قبض لڪي قتلام جا،
باهہ ڏئي تِنهن جا بستر ساڙين، اڳيئي ڪل آرام جا،
جنهن سين هون هميشه حجاتا.

ان گت محرم تيا 'مصري' سين، ڇڏي خوف خطرا خام جا،
چوڏس چشمر مبارڪ چمڪن، گهرا گل اندام جا،
سي مان سهڻا صحيح سڃاتا.

❊

هو نسورو ناز، مخفي مام تي.

---

ڪربلا جو قضيو ڪير پروڙي،
ووڪي سالڪ سمجهن ساز.

نُڪتو نزاڪت نينهن جو سيد سڃاڻي،
ڪيو اڳيئون ناز نياز.

ذبيح الله ڪي ظاهر اچي اَلَنا اشارا،
عشق ڏنو آواز.

ڪري ملار محبت 'مصري'،
موهيا سڪڻ ڪيا سرفراز.

***

ٻاروچا ٻانهيءَ سان، ڪوهيارا گوليءَ سان، جاني الله لڳ لاهہ جدايون.

---

وڙ اڳوٺي ڪان آئون ور ويئي،
پنهل پَريتِ پنيان تو پيئي،
تنهن دلبر ديوانيءَ سان،
وارث ڪر مَ وڃڻ جون وايون.

ننگ پرئا ننگ نيت نهارن،
ڪچيون ڪميڻن جون ڪين اگهاڙن،
اصل احسانيءَ سان،
پلا ڪن پري پال پلايون.

تکي تار هنئي تو تڙ جي،
سدا چڏيم سڌ سيج سمهڻ جي،
مُنو ئي مزمانيءَ سان،
ڏونگر واريون ڏيئي ڏهنايون.

'مُصري' مڇي جيئن جر ڪان ٻاهر،
تيئن گهنگهر ڏينهن گذاري گاذر،
هوت ري حيرانيءَ سان،
عشق وجايس البيلايون.

❊❊❊

ڪڏهين ڪوهيارا وجو هڪڙي رات رهي.

---

پائي ڳل پانڌي پَلوءَ پيُرين پرين پئج،
مُنهنجي ياران منت ڪيج ڏٺن کي ڪا ڪج،
آءَ الله لڳ اوري لعل لَڪن تان لهي.

موٽ سباجها سُپرين محرم حال مٺا،
تونگ ورن ۾ توري مون ڏاڍا ڏينهن ڏٺا،
تَن تهوارون تيم پَريُون منجهہ پَهي.

چام جَتيءَ جا جَل مَ پُنهل پَراهون پري،
آءَ اورانهون تہ جيئي جَڏي جان کي تان نہ مري،
دِل درماندي دلبر تُنهنجي حُسن هَئي.

آءَ پرٽيائي پورهيت ڪانڌَ ڪميني آهيان،
تہ بر ٿيلي ٿَڪيَس کهڙي مُنهن ٻئي ڪاهيان،
'مصري' ماڙ ڪري لهندا سار سَهي.

❊❊❊

پاريئين جي مارين توڙي نتو نهاريين،
آئون اوهانجي آهيان.

---

پرين پاند نہ ڇڏيئين، جي تي وَرهہ وهاريين،
آس اميد نہ لاهيان.

رڻ پہ راحت روح کي توڙي برہِ بهاريين،
سج وسندڙي پانئيان.

موچارل منهن پانهجو ڏکيءَ کي ڏيکاريين،
در تنهنجي تي دانهيان.

ملي جي 'مصري' سان گهڙي کا گهاريين،
ڳڻ سندئي هوند ڳائيان.

***

کنيائون کلي نيڻ گهرا گلابي،
پرل ٻاجهہ نرگس عجب نيم خوابي.

---

ذري سونهن يوسف کي بازار نيو،
ٻنان ملهہ مقيّد خريدار کيو،
مصر ۾ نہ منظور ٿيو ماهتابي.

پئو پرتوو طور تي نور جو،
نہ ماهر ٿيو موسيٰ تنهن مذکور جو،
ڪٽن بار بيشڪ پلي ٻو ترابي.

برهہ تيغ پڙکي جو جلوو کيو،
هٽيا عرش حامل فلڪ فرش ٿيو،
نہ آيو اتي ڪو عرب جو اعرابي.

اکين جي اِنن نؤ طبق کي تپايو،
جلي ويا جبل عشق آڙهہ مچايو،
وڳي نينهن نوبت پڳي حد حسابي.

کيو معراج مردن مگر مچ مچائي،
هو راز رندي منجهان منجهہ نہ مائي،
اتئي مهل 'مصري' سگهو ڪر شتابي.

***

وجئو ڪوهہ تي ووڙئين تون وٽڪار ور ۾،
پراهون نہ پاسي اٿئي گھوٽ گھر ۾.

---

تو ۾ تخت تڪيو چٽ ڪوهہ نہ جاڻين،
سندس نوڻ نجهرو صحيح ڪر سڃاڻين،
نمي ڪي نهارج تنهنجي ڪانڌ ڪر ۾.

منجهان منجهہ مساڪن رڳن روح رت سان،
نہ هر گز ڪهين هوت هٿ ڪيو حجت سان،
ڪري پاڻ پاسي لهج دوست در ۾.

لڪو ڪين لنوَ لنوَ اندر تو لڪائي،
ڏيو ڳل ڳرهتي ، پڌر پير پائي،
لايو پهہ پنهونءَ سان چلين تي چپر ۾.

ناهي وار ويڇو وهي وير وٽ ۾،
سگهو جوڙ سودو سسي ساهہ سٽ ۾،
لڳي پئج لتڪي تون 'مصري' مهر ۾.

****

سہر سيڻ سندامہ جيڏيون ڙي،

ساري سجون ڏيج ڏيئي ڏيئي ويا.

---

ملي مائل ٿي مُنيءُ سان مخفي مقالون ڪري،
جان جسو جَڏيءَ جو جگر جيرو منجهہ جڙي،
هڪڙي رات رهيامہ، جيڏيون ڙي، روح رڳون سپ ريهي ريهي ويا.

وطن نيڻ جا ولهيءَ کي وايون وچن ڏئي.
چوريءَ چپاتيءَ ويا چڙهي چتايئون نہ چئي.
ڏونگر ڏس ڏنامہ، جيڏيون ڙي، رکي ميارون مڙيئي مٽئي ويا.

پائي قنديل ڪلهن ۾ ٿي سناسڻ سدا،
ڪنديس ڪاڻ ڪوهيارل جي گامہ وگامہ گدا.
ڪارا وبس ڪيمہ، جيڏيون ڙي، وڳا ولهيءَ کي جي ئي ڏيئي ويا.

’مصري‘ چوي مگر مچايا منهنجي جيءَ تي جتن،
جئن جئن ياد پون تا تئن تئن دونهہ دُکن،
مٽس ڪم وڏامہ . جيڏيون ڙي، ڪيچي ڪيچ ڏٽي ڏس ڪهڙي ڪري ويا.

❊❊❊

سڪنديون لڱ سڄڻ جي سي تان، سھسين سانگ ڪنديون.

---

جڏھن برھ جي ورھ واريون ،
وتن ڪنديون وڻ وڻ سين وايون،
سڪ سيد جي سنديون.

ڪري ڪشلا پيدون پڌر تي،
بار برھ جي بيابان بر تي،
عشق اوڀڙو اديون.

حسن ڏسي ھاديءَ جو ھليون،
رھن نہ جھليون پاٽان پليون،
آھن آسر وانديون.

’مصري‘ موتڻ آھن ھيٺو،
پير نہ ھڪڙو پوءِ تي ٽيٺو،
برھ اڙانگي بنديون.

***

پلا يار توکان ڏار ڏنم ڏينهن حشر جو.

---

هن درياهہ، جي پرواهہ، سندو سيڙاهہ، نہ سنڌُ کي.
صد لاچار، پريون پار ڪونهي ڪُن ڪپر جو.

وٺي وير، لنگهيا سير، پلؤ تنهنجو،
اولو آهہ، سنڌو ناهہ، بيشڪ بحر برهہ جو.

تنهنجي نينهن، جهلي جيئن، ٻڪري شينهن، سان ٻڌي،
تنهن هراس، ۾ وماس، سدا سراب سپر جو.

چاٽي چاڻ، ننگ سجاڻ، 'مصري' ساڻ، مل اچي.
پرو پاڻ، لهج هاڻ، ڏٺيءَ ناڻ نذر جو.

***

شيشي کي کول ساقي، شاهہ شتاب ڪر،
سيراب ساڻ ساغر، عالم حباب ڪر.

---

گذريو ڪي گذريو ويندو، نت نت نہ ناز رهندو،
سڪ ڪين ساهہ سهندو، پاسي حجاب ڪر.

ڏي جام ڪي ڪو جلبو، هرگز هتان نہ هلبو،
ڏک سک نہ سوز سلبو، آتش کي آب ڪر.

مجلس مڙئي معطر، مشڪ و بہ عود عنبر،
از دست ڪيف قنبر، مارا خطاب ڪر.

مئي جام مغفرت سان، ڏي انعام عاقبت سان،
رهزن رقيب رت سان، خنجر خطاب ڪر.

پيئنڊڙ کي مئي پياري، مئي دل منا جياري،
'مصري' کي منهن ڏيکاري، سهڻا صواب ڪر.

***

چہ سا سازيمر شرح صورتت اي جان من ڪونين،
زلف گھنديون، اڪيون ڪنديون تڪا ٻيا تير پنبڻين جا.

---

رخت ميدن خون رنگي، ز قتل، عارفان احمر،
پروڻ جي قاب، مثل مهراب، منجھن مثاهہ ماڳ شهيدن جا.

لبت يا قوت ڪج بيني، بسان، تيغ ڪرماني،
ڪھي رستمر، ھٽي هڪدمر، پيچي اغماز گيون جا.

سيهہ چشمان پري پيڪان، بجاءِ جامر جمشيدي،
مزگ مخمور، چلڻ تيمر چور، ڏسي نت ناز نيڻن جا.

بصحن بيدل و 'مصري' خرامان چون شوي اي گل،
ڪبڪ رفتار، ڪج گفتار، وڻن وهنوار ويڙن جا.

❊❊❊

منهنجي مارڻ لاءِ چوڙي سر سامين ڇڏيون چتيون .

---

سسئي سوز پنهل جي ڪئا ڪوهه ڪاف ڪشالا،
جبل جنت ٿيو تنهن ڪي وڏس توڙي ڇپر ڇالا،
جڙون هنيس جتن جوڙي، سيئي سور ٿيس سرتيون.
ساهه ساهڙ مٿان سٽيو تو ڏي تار تري ٿي،
جهليو طعنا ويئي تربو، وري ڪين وري ٿي،
پڳس پيلو هيون ہوڙي، اتي پرزا ٿي پتيون.

مومل محل اڏائي جامان جادوگري جوڙيا،
دلبن سان ڏتاري ناتر ڪئين ٿي نهوڙيا،
موهي محبت وڏي موڙي، هٽي راڻي ڪيو رتيون.

هير تدبير وجائي جهليا تقدير جا طعنا،
جهنگ سيالن جا جهڙا پاتائين ڳچيءَ ڳل ڳانا،
ويئي ننگ شرم لجون لوڙي، توڙي ماءُ ٿي ڏنيون متيون،

آئي ڪوٽن ۾ ڪنواري قبولي قيد عمر جا،
ويا ويچاريءَ نہ وسري، تڏا ٽاٽا تاڪ تر جا،
ويٺي سا ورءِ ولوڙي پهون پنوهارن پرتيون.

لکڻ ليلان جڏهن چڏيا، ڪانڌ ڪوئنرو تڏهن ڪتيو،
ڏُنائين هار پيس حيلا مُتيءَ مٽيئي مٽي متيو،
پئي ڏک ۾ ڏکي دوري، پکيس پاڻن سنديون پتيون.

ڪڪورئا ڪيف ڪڙي قاتل گڏن تا گهوٽ پيو گهرا،
مهاڻي معاف ڪيو 'مصري' بر و بحر سمي صحرا،
وڏا تنهن جي ناز نهوڙي، ستارا شمس قمر ڪتيون.

***

تو در توءِ نہ چڙيان، وي ميان، ڇاڻي جي نہ ڇاڻين.

---

تيسين دعوا تنهنجي مور نہ چڙيان، وي ميان،
جيسين لال نہ لڌيان، چکيون حجتون هوت هاڻي،

توءِ تڙائين تو ۾ طامع آهيان، وي ميان،
نينهن نبيرڻ نہ ڏيان، جي گهمائينم گهاڻي.

"وَنَحنُ اقرب" وعدا ڏيئي ڏکيءَ کي، وي ميان ،
انهيءَ گفتي ساڻ گڏيان، وريو مارين ساڻ ماڻي،

سال تيا مون کي صديون سهڻا سائين، وي ميان،
سکان ساريان ، ۽ تي سڏيان، تن تانگهون کيو تاڻي.

من 'مصري' جي جايون جوڙائي، وي ميان،
عجب اوطاقون اڏايان، اکڙين اندر آڻي.

❊❊❊

ٻيو توري ڪير ڏيندو، دردوندن کي دلاسا.

---

دردونديون در تنهنجي سدا آهن دانهين،
آجهو اولو تون انهن جو اڳي پوءِ آهين.
ٻيا پوريا تن پاسا.

ودي ويچارن وڃايا وسيلا واهون،
ٻڌائون ٻيليپو تنهنجو ڇڏي ٻيون ٻانهون،
ايها آزلئون رکي آسا.

جهلي پيراندي پرينءَ جي، جي سيني سر لاهين،
پرين ڏين پاٽي جيڪي اڃايل آهين.
پي پُرٿين پياسا.

وٺا وچوڙا وڃائي مينهن ميڙائي جا 'مصري'
برسيون بادل برهہ جو نوان اويڙ پيا نسري،
ڪاٽا ڪرٿياسون خلاصا.

***

مون ۾ عيب اپار، پلو يار ميان،
اوَگڻي اوڇي اگلڙي آهيان.

---

ڪُوڙي ڪوجهي ڪَوڙي، ڪانڊ نہ ڄاڻان ڪار، پلو يار ميان،
ڪيم ڪچايون ڪيتريون، بديون بي شمار، پلو يار ميان،
متو مداين ناهہ ڪو، بيحد بد ڪردار، پلو يار ميان،
تَوڙا تڪيو ناهہ ڪو، ڏٺيم توهان ڏار، پلو يار ميان،
سنئون ثواب نہ ساريان، سانئيم سپ ڄمار، پلو يار ميان،
ٻاجهہ سٻاجها سپرين، تڳان تنهنجي تار، پلو يار ميان،
ميت مدايون 'مصري' جون، بخشي بخشڻهار، پلو يار ميان.

***

منهنجو توريءَ ناهه ڪو وسيلو،
ٻاجهه سڀاجها سپرين ميان.

---

آهين اٻوجهين اڳانحهين اَگلين اپرن سان،
سڀ ڪنهن ريت رسيلو.

مندين تندين محتاجين ميرين مڱڻين،
پلتين پهت پسيلو.

ڏڏن ڏهارين ڏٻرين ڏاتيون ڏيندڙ،
طاماعن تسيلو.

ڏي معافيءَ جو محضر مهرؤن 'مصري' کي،
هر ڪنهن ويل هسيلو.

***

گجري

سجڻ تون سدائين نوازين نماڻيون،
کريان ڪرم تنهنجي جون کهڙيون کهاڻيون.

---

شفيع المذنبين مرسل مڙن جو،
وهر واهہ ور تون وسيلو ولهن جو،
اصل عاجزيون آهن آن در اگهاڻيون.

ويون جي وڙان لوڪ لوڏي لنگهايون،
اوهان ڏئي انعا مون سي پيرل پهرايون،
ڪرين ساڻ ڪوجهن تون رءَ ريءَ رهاڻيون.

نہ ڪئي جڙف نہ ڪيرت وِچا مون ڪان ويئي،
اتئي حال معلوم هادي مڙيئي،
سڏي سگهر پنهنجي تو رهبر رهاڻيون.

مسڪين 'مصري' جون سڻ تون صدائون،
پڄائج پيغمبر من جون مدعائون،
مرادون محمّد مڙن تو ڪان ماڻيون.

***

ڌناسري

هوت مَ چڏيجا هيءَ،
سائينءَ لڳ سميع،
پرين پيادي پنڌ ۾

---

مڙني مٿاهون مرسلين، تنهنجو شان شفيع،
قائم قرب قرآن ۾، قادر ڪيو ئي قوي،
عيب ڍڪيا تو عامين لاڙي پاند لونگيءَ،
”لَولاَڪَ لمّا خَلَقْت اْلاَ فلاڪ“ واحد ڏنئي ويّ،
ڪر مدد ’مصري‘ سان اچي واري لڳ ولّي

***

هڪ سائين سچو سرچي،
ٻيو پرچي ڪوهہ پرچي.

---

ڍول ڍلايون ڏکيندين عيب اسان جا وي ميان،
وري وَرُنَهہ ڪين ورچي.

سَهَس اٺارهہ عالم روزي ڏيندڙ وو ميان،
چکي چوٽو ڪارڻ چرچي.

اپر عصيانن جا پولا پتيون وو ميان،
پڳٿي معافي سندي مُرچي.

مليو 'مصري' کي محضر مهر محمّدي وو ميان،
پلين خزانا خرچي.

***

## پيروي

دلبر دل جي مهرم لاهہ
دم دم ڏي ديدار دلاسو.

---

جلوه نماءِ جهان جي اندر، حسن ٿي تنهنجو آ هرجاءِ،
ملڪ فلڪ معمور منوّر، قطري قطري قبلہ نماءِ
نور تجلّيٰ ناز نراسو

لقب لولاڪ جو صاحب، لائق تون لاريب لقاءُ
گوڏي سان گڏ ويهي پيارا، رخ تان گهونگهٽ لاهہ.
ڏيو وصال تہ وڃي وسواسو.

شفيع المذنبين شافع، شان شرافت شاهن شاهہ،
عطا عجز عفوَ جو اولو، مخفي چون معاذ الله،
پينائن پڪو پرواسو.

عام امت انجام لذائين، عرش مناري استغناءِ،
مقصد ڪر 'مصري' جا پورا، سائل سيد ڪيم سڪاءِ،
منهن مبارڪ پسي پياسو.

***

ڏوئل دوست خدا، مجرمن مٿان،
خيمو خاص اڏيندو.

---

ڏسي ڏوهارين کي، واري واڳ وڇان،
الله حضرت هٿ ڌريندو.

اڄهو ٿيندو عاصين، احمد ڄام اڳيان،
الله دارو ٿي پہ ڏڙيندو.

پربن پازياٽين جي، ڪري پاڻ پڇا،
الله گنهگار گڏيندو.

’مصري‘ محرومن جي، مهرون مصطفيٰ،
االله سيد سام جهليندو.

***

**ديسي**

ڏسي ھھڙا منھنجا حال وو حال وو.
اجھي اگڻ آرياڻي ايندا. ھت ھوت اچي ھڪ ٿيندا.

---

نيت نذر نماڻي ناڻ سئل،
پسي پورھيت پنھنجي پوءِ پيل،
لڙي پچندا سي لڪپال وو لڪپال وو،
چني چپرن ۾ نہ چڏيندا، وني ساڻ وچوڙيل ويندا.

يلا بدڪارن جا بار ڪٽڻ،
بيھي پازياڻين ڪي پاڻ پچن،
وري واري واڳ وصال وو وصال وو،
متي ڪاھل ڪرم ڪريندا، ھيءَ نال نماڻي نيندا.

ملي معاف ڪندا محبوب مديون،
سڏي سيني لائيندا سڪنديون،
ڪندا سھڄئون سڄڻ سنيال وو سنيال وو،
ويھي ويجھا روھ وٺيندا، مان سان محبت ڪين متيندا.

شاھہ 'مصري' جي اچي ماڙ ڪندا،
تنھنجي پختي پياري پاڙ ڪندا،
سندا ڪوثر قدح ڪلال وو ڪلال وو،
پري دوھرا دست ذريندا، ڳل بانھون ڏيئي ڏيندا.

جوڳ

يا محمّد مير مرسل نانءَ مولا جي نهار،
واسطي حيد علي المرتضيٰ جي منهن ڏيکار،

---

يا شفيع المذنبين ٻنهي جڳن جا بادشاهه،
ڏس حال حسن حسين لڳ هادي حقير جو هڪوار.

عصيان صدقہ امام زين العابدين جي بخش تون،
ڪر مدايون معاف اڄي اهڪيءَ منجهان عربي اڪار.

باقر و جعفر امامن جي ٻهر مون بدڪار ڪي،
ڪر عطا امداد احمد چام سوليءَ واٽ وار.

موسيٰ ڪاظم جي منهنجي دل ۾ هوئي حب هر زمان،
تنهنجي سڪ جي سيدا، سرڪي صفا پرتئون پيار.

شوق ۾ ساهه، خراسان جي منهنجي من جون مڙيئي،
سرسبز ٿي نڪرن مرادون مثل سبزيءَ بار بار.

تقيءَ جي تهدل طلب ۾ هو ئي هينئڙو مون سندو،
سرخرو ثابت قدم ۾ برجاءِ برپا برقرار.

نظر ۾ نافع نقيءَ جي نااميدي ناهه ڪا،
ڪؤنين جا ڪوڙين ڪروڙين آهن ات اميدوار.

عسڪري مهديءَ مهابي تو مڱي 'مصري' مدام،
جام محبت جو ڏئي جيئڙو جڏو جانب جيار.

***

گجري

منارا ڏٺاسون پنيون من جون آسون،
پسي پير جا پڙ، وهم غم وياسون.

---

چمن جائنٿ چوڦير مڙيو ملائڪ،
لهن فيض في الحال فيّاض فائق،
وڃن تا ولايت بهاريءَ جون باسون.

مٿي فرش جي عرش اعظم اهيارون،
قبي ڪَر ڪناري ڪروبين قطارون،
لاتائون لڳي لڙهه اندر جون اداسون.

پربو عام پر جام پانڌين پياري،
نظاري نظر سان نوازيو نهاري،
ڏني مک لتا ڏک سيئي سک سرياسون.

نسل پاڪ حيدر عليءَ حسن جو،
مدگار ’مصري‘ سين ٻنهن جڳن جو،
ديکي در سڌر حج حضوري ڪياسون.

***

سورٺ

يا علي ياري ڏئي، عاجز سندي سڻ التجا،
واسطي الله جي، ڏي مدد يا مشڪلڪشا.

---

ڪي پٽي پاڙون بلا هن، اژدها آفات ڪي،
سنڌ ساريءَ مان، مهابي مير محمد مصطفيٰ،

نڙ هتان طاعون ۽ افسوس، اندوهہ اڳيان ۽ پويان،
هن مرض ڪان محضر معافي جو عنايت ٿئي عطا.

ڪم هتان خطائون بخش خاوند، ڏوهہ اڳيان ۽ پويان ،
هن مرض ڪان محضر معافي جو عنايت ٿئي عطا.

پنج تن جي نانءَ هيءَ 'مصري' جي من جي مدعا.
يا الله العالمين، ڪر مستجب هذالدعا.

***

گجري

ميران مشڪل لاهہ، محمد چام مهابي،

---

سوالي نہ خالي شاهہ اوهان جو،
اول آخر آهہ.

داتا درد دفع ڪر دم ۾،
دولهہ دير مَ لاهہ.

تون تہ طبيب آهين اسان جي تن جو،
ٻيا در ڪيم دِ ڪاءِ

سرهو سڌ صحت جو سيد
سائين لڱ سڻاءِ

ٻانهيءَ ڪي ڪڍ ٻار ٻچل مان،
ڪشتي جيئن ڪَڍياءِ

مناجات 'مصري' جي ميران،
ويجهو ٿي ورناءِ

***

صبح جا سوالي وڃن ڪين خالي،
تنهنجي در تان داتا دولهه دستگير.

---

وڄن گهنڊ گهڙيال نوبت نغارا
سوالي سمنگيا تو سيد سوارا،
پريو پلوَ پانڌي اچن تنهنجا پير.

لکين سبز لاڪا ۽ حاتم حضورا،
هي زاهد ۽ عابد عبادت اجورا،
وٺن تو ڪان وارث ولايت جا وير.

مرض قرض مولا عليّ لڳ لاهين،
هي زحمت ڪڍي شاهہ رحمت رسائين،
محابي محمد محي الدين مير.

وڌم دست دامن ۾ تحقيق توڙا،
مڱڻهار 'مصري' جا جوڙا سجوڙا،
ڌي بخشاءِ پنڻي سندا پُٽ ۽ ڪير

***

بھاڳ

اچي آسان ڪر مشڪل ٻيلا بادشاھہ بغدادي.

---

سڪيا سائل سڏي تو ڪيا،
ڏسي ڏولين چڙهيا ڏکيا،
پئي پينار سڀ پر تيا،
هٿئون تنهنجي هم هادي.

سمان لاکا سهڙ سائو،
تو ۾ تڪرا طاماعو.
پني تو ڪان پر پينائو،
ٻلوءِ پرُ ڪيو اچن پانڌي.

ڪروڙين ڪرن لک حاتم،
جُمع جڪرا توڙي جادم.
تنهنجي درگاھہ مان دم دم،
لهن تا فيض فريادي.

تون آهين سرتاج سر پيران،
مدد 'مصري' جي ڪر ميران،
داتا ڏيو ڏير دلگيران،
ڪنا ڪُل عيب آزادي.

***

پرھ پير پنهنجي کي پسي، منهنجي اڄ اکين عيدون ڪيون.

---

اٿندي اميرالمومنين، سيد سچو مرشد مليو،
مرڪي محبت جام ڏيئي، همدم ٿيم حيدر هَسي
دل باغ جون دريون ڪليون.

صبح دم سر تي اچي، نسيان نينهن نعرو هنيو،
ٻيايون سيئي ويون ٻڏي، پيو اَبَرُ وحدت جو وسي
ويران مان وسنديون ٿيون.

سڀ صحيح فن ۾ صفت، ازالون جنهن جي آگي انگي،
اُو علي المرتضيٰ، رحمت ربي ريلي رسي
وبل نہ ڪنهين ويسانديون.

مالڪ، ملڪ، ولايت، ساقي، ڪوثر قسيم،
مشڪ بو 'مصري' کي ڏيئي، پيمان تن لاٿي تَسي
تنهن آب ڪيون آباديون.

***

ڌناسري

اسين آهيون عيبدار، پرن پير پاڙي جي اَن کي.

---

شاهہ نور نبيءَ جا نوري،
حاضر حضرت جو آهين حضوري
سيد سچا سردار.

شاهن ساڻ سوا سگ کهڙا.
اسين جتيءَ جي جوڙ نہ جهڙا.
بيڪس ۽ بيڪار.

لڄ بہ اَن تي، لڏ بہ اَن تي،
کيٽ کرو ٻئي اَن جي ڪاتي،
هِتي هتي جا بار.

اڳي پوءِ اميد نہ لاهيون،
پيش پيرانديءَ پڙ ۾ پيا آهيون،
پلؤ وجهيو پينار.

'مصري' جا جُڳ جيئن جوڙا،
يلا پُٽ، يلا تن گهوڙا،
ڏيار هو ڏاتار.

***

پلا پير تنهنجو پيرو نہ ميرو،
سوالين جو سڌ سڻ تون سيد سگهيرو.

---

سڻ فرياد کر داد دلشاد دلبر،
ڏي اڙين کي آڌر سڌر پير سرور،
چيهن کان ڇڏائين ترت نام تيرو.

خراسان، ايران، اصفهان اوري،
هي ملتان مڪا تڳن کين توري،
قدم کل تي قادر اوهانجو اڳيرو.

هي پچ لڳ بئي جڳ سندئي سڳ سلامي،
مريدن جي ميران مدد کر مُدامي،
ڏيو ڏان ڏاتار سپ کان سويرو.

شهنشاهہ بيواهہ جي واهہ کر تون،
پلئہ پير پينار جو پاند پر تون،
گدا گنج مان تنهنجي گهري ٿو گهڻيرو.

ڏٺي ديد ٿي عيد توحيد تَن کي،
هدايت لڳي هير 'مصري' جي من کي،
کُلئي کس لهي وبا ديکڻ ساڻ ديرو.

***

هل داتا جي در تي موڙهو پٽين کوھ مگٽا،

---

سر سلطان سخن ۾ پرس پاڳارو وي ميان،
مرد محسن مانجهي مير متارو وي ميان،
درد درياءَ دهر تي، موڙهو پٽين کوھ مگٽا.

پر پاتار ۾ پيهي پن پر مَ لَکي وي ميان،
وير وڄا جي نہ جاٽي ورنهہ ولَکي وي ميان،
سوجهي رس تنهن سر تي، موڙهو پٽين کوھ مگٽا.

کوني کمينن کو جهن کوڏ قرب مان وي ميان،
هل هماٽيءَ سامهون هر دم حب مان وي ميان،
گوهر گنگا جل تي، موڙهو پٽين کوھ مگٽا.

تريون طبيلا بخشين ڏڏن ڏوهارين وي ميان،
موتي مينهن جئين وسائين متي محتاجن وي ميان،
چاٽون پون چپر تي، بوندو پون بحر تي.

تون ميراٽي 'مصري' مگٽو آهين وي ميان،
چوڏس چوٽاٽيءَ جو چارڻ چائين وي ميان،
چڙهہ تنهن نيڪ نظر تي.

***

تون سلطان سيني نبين سندو،
سليمان دائود بردو بندو،
جتيءَ جاءِ جا روب قيصر کندو،
متا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

علم اولين جو تون عالم علم،
شريعت طريقت حقيقت حلم،
معرفت جو مربي خليلن ختم،
متا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

تون آهين پيشوا ڪل پيغمبر سندو،
مهت تيوئي متا مير محشر سندو،
دنيا ڏٺي دين داور سندو،
متا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

بہ توريت زبورّ انجيل آهہ،
فهم فيض فرقان بہ فصل فتاح،
ايڏو عـز اعليٰ اوهان جو ڪيو اللہ،
متا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

ڪئي ظاهر تنهنجي نور ذات صفات،
قدم تنهنجي قائم ڪئي ڪائنات،

تي وحدت بہ كثرت ثبوتي ثبات،
متا مير محمد مدد ماڙ كر.

تون اسرار ربيّ جو عالم عليم،
فياض زمان فيض فضل العظيم،
صراط الهدا، منبع المستقيم،
متا مير محمد مدد ماڙ كر.

تون گلبن گرامي وفا باغ جو،
چراغ دل اهل افراغ جو،
الاهي احكام ابلاغ جو،
متا مير محمد مدد ماڙ كر.

بهر الاهي سميع و بصير،
منهنجا ڏوھ بخشين صغير ۽ كبير،
تون عاصين جون آهين دوجڳ دستگير،
متا مير محمد مدد ماڙ كر.

مهابي علي مرتضيٰ شاھ جي،
منهنجي واھ كر واٽ الله جي،
كر سائل سئون طرف الله جي،
متا مير محمد مدد ماڙ كر.

بحق حسن مجتبيٰ خون جگر،
تون مشڪلڪشا تي منهنجي ماڙ ڪر،
رک سدا سرخرو آبرو سربسر،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

بحرمت شهنشاهہ شبير جي،
خزاني منجهان خير جي رزق ڏي،
هي مسڪين محتاج ڪنهن جو نہ تئي،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

مون ڪي ڏي محبت تون عابد سندي،
زيادہ ذڪر ذوق منجهہ زندگيءَ،
ڪڍي غير غفلت گناهہ گندگي،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

گهري خير خيرالنساءِ ڪان گدا،
پلئہ پُر ڪيو اچن سائل سدا،
منهنجو عرض آهي اهو ئي احمدا،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

بي بها باقر بهادر دريا دين جو،
سرو خوش خرامان مذنبين جو،
گل باغ بستان فرحين جو،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

هوئي جعفر صادق جي حب هر زمان،
متي پيروي تنهنجي پورو رهان،
محب متي ڪلمون ڪوڙؤن ڪهان،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

هو ئي قرب ڪاظم جي سڪ ساهہ ڪي،
اهو ئي عرض آهي منهنجو الله ڪي،
رهنّما تون ڪر راهہ بي راهہ ڪي،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

هوئان موسيٰ رضا جو ڪلابن ڪلاب،
اگهائين اهو عرض عالي جناب،
سواليءَ ڪي سڏ سان سگهو رس شتاب،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

ڪيو تقويٰ تقيءَ جي تجلي طلوع،
ڪيو روح الامين جنهن مان رنگين روءِ روح،
تيا ماٿهو ملائڪ مڙئي مشڪ بوءِ،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

نقيءَ عسڪريءَ ڪيو نمودار دين،
بہ حلم و هدايت بحق اليقين،
تون جرمن خطا ڪان رکين راحمين،
منا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

خضر وار ڏيکار مهدي امام،
اهو سوال سائل سندو صبح و شام،
چئي سيد تي سي جڳ صلواة وسلام،
مٺا مير محمد مدد ماڙ ڪر.

مڱي مان 'مصري' سو امداد تئي،
ڪيم ڪم ڪچا جرم عصيان جي،
تون بخشين بديون، ڏوهہ بخشائي ڏي.
مٺا مير محمد مدد ماڙ ڪر.
لاَ اِلٰہَ اِلاالله مُحمّدُ الرّسُولُ الله صَلّي الله عَليہْ وَسَلمْ.

※※※

سورٺ

جاڳ ڏي جيءَ کي جفا ڱينوار غفلت کي ڇڏي،
رات وئي اپٹ اڪيون توکي نياڳي ننڊ نہ ڏي.

پرهہ تان باکون ڪنيون اوڳا اڃا آرس اٿئي،
نيڻ کولي ڪر نظر ساٿي سوارا ويا لڏي.

قطرسينءَ جو ڪارخانو، ڪکر ڇانءَ ڪوڙو ڇمر،
پاڻ ڪان پاسو ڪري ۽ پڇ هتان پلي وڏي.

هئڻ ۽ هستي اٿيئي پُتل پت جو پروسو،
نانهن آهين نانهن ٿي وهہ ناهنَ ۾ نجهرو اڏي.

تاڪ پيا تڪيا مڙيئي عدم جو اولو وٺي،
خود پرستي ڪانءِ ’مصري‘ وهہ چڙهي توڪل تڏي.

❊❊❊

## سورٺ

هڙ پرائيءَ تي هونئن ٿي بانور رکي بيٺو آهين،
شئي ڏسي ٿو شيڪجين ويندئي وٿي ويلي ڪنهين.

---

هيءَ نہ تنهنجي، تون نہ هن جو، عمر مايا ڪوڙ چاڻ،
مور تون ماڳهين مسافر، رات ٿو رڻ ۾ رهين.

هٿڻ ۾ هستيءَ گهٽا، هت ڪونڌ ڪيرائي وڏا،
عجز جو اولو ڪري تون، وڃ تہ لالڻ کي لهين.

پاڻ ڇاڻين پاڻ کي پيوند تو پاڙهي وڏا،
ڇرڪ هڪڙي، ڇن ٻنڌڻ، ڇو سور ۾ سختيون سهين.

هر زمان هلندن سان هادي، هوت همراهي ڪرين،
من ۾ رک محبوب ’مصري‘ ڪوهہ پيو ڪر سين ڪهين.

***

سدا منهنجون سڪنديون، پانڌي زور پچن،
اڪڙيون عربيءَ جامہ ڪي.

---

ناتي نبيءَ ڪريمہ جي نائي نيهن نين،
اندر اڪنڊ عجيب جي اپر اڄ اٿن،
محبت جي مجاز جا مگر مچ مٿن،
تسياري طلب ۾ تانگهو ڪيو ترسن،
هاشميءَ حبيب ڏي منجهان هيج هلن،
مولىٰ من ’مصريءَ‘ ڪي ميڙئين محبوبن.

***

فرق نڪوئي ڦير وحدت ڪثرت وچ ۾.

---

هندو مومن هيڪڙو، سڀ ۾ صاحب سيرُ،
وحدت ڪثرت وچ ۾.
ڪُلِ شَيْءٍ مّحيطُ، ٿيو پرچي پاتائين پيرُ،
وحدت ڪثرت وچ ۾.
صفت سگيٽي احمد سنئين، ويو وچائين ويرُ،
وحدت ڪثرت وچ ۾.
مٺو آهي ’مصري‘، ڪڙو چوئيس ڪيرُ؟
وحدت ڪثرت وچ ۾.

***

پردو پرين وچ ۾ پانھنجو اٿيئي پاڻ.

---

وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَما كُنْتُمْ، سمجهي صحي سجاڻ،

پردو پرين وچ ۾.

وَنَحْنُ اَقْرَبُ وٽ ويجهوئي، تنهنجو توهي ساڻ،

پردو پرين وچ ۾.

وَفِي اَنْفُسْكُمْ اَفَلاَ تُبْصِرُوْن، اهوئي اٿئي اهڃاڻ،

پردو پرين وچ ۾.

'مصري' چوي محبت جو، پريو نيڻهن نياڻ،

پردو پرين وچ ۾.

***

سما تنهنجي سونهن جي،

آهي هنڌين ماڳين هوءِ

ڪايو پان پڪون هٽين، ريجهيو روءِ بروءِ،

صاحب سر سخن جو آهين، خاصءَ خصلت خوءِ،

تنهنجو جود جهان ۾ ٿيو، جوهر سيڪنهن جوءِ،

ڇَٽَ ڇچيءَ جي ڇيگريون، بد جهين ۾ بوءِ،

اڇيو وهن اوڏڙيون ، عطر لايو اوءِ،

ڪاچ جُنين جو ڪڪيون، دريا دانر دوءِ،

نَڙا، نتر، نيڙيون، سرها سيڪنهن سوءِ،

معذرت منظور ٿي، گنديءَ گفتگوءِ،

'مصري' چوي مشڪ ٿيو، ڪينجهر ڪوءِ بڪوءِ،

***

تون تہ منهن لڪائي م مار،
پلا متا ماٺا ناهہ مناسب مشتاقن ساڻ.

---

وَفِي اَنْفُسِيڪُمْ وارا وعدا پيارا پار،
اِهْدنَاالصّر اَطَالِمْ مُسْتقَيمْ چڏي ڏاڍ ڏيکار،
لاهي نقابا طرف نماڻن نازڪ نظر نهار،
مشقن مائل تي 'مصريءَ' ڏي، واڳ وصل جي وار.

***

وجي وينا ويڙو، سوني سر ساڏوهيون.

---

سائينءَ ڪارڻ سومرا، جهانگين سان م جهيڙ،
نوڻ جني جا نجهرا، پنگا متي پيڙ،
ڪڪ ڇرن جا ڪيم ڪي، اولا عمر اکيڙ،
ٽر ڇايون ٽرن مان، ناحق ڪيم نکيڙ،
جُزئي جس جهان ۾، اهڙو عدل پکيڙ،
ماندي رب 'مصري' چوي، موتي مارن ميڙ.

***

وجي ويڙهہ وٽاڻ، ڏوري ڏوتيئڙن ڪيا.

---

رهن سدائين رج ۾، اهڙا ان اهڃاڻ،
نڪي پرچهن پاڻ ڪي، نڪي ڄاڻن ڄاڻ،
وهڪون واريءَ وچ ۾، لوئياڙن لاڏاڻ،
نوان اڏيائون نجهرا، ريلن راڄ رهاڻ،
ڏسي لاهيان ڏڪڙا، ملي مارن سان.

***

ساڙيهہ منهنجا سيڻ، جن جا پال پٽن ۾.

---

ماڪٺان مٺا پانئيان، ويڙهيچن وڻ،
صبح سائيڪن تي، تڪڙا وارين تيڻ،
ڪهہ ڪاٽونبا ڪنييون، خاصا سندن ڪيڻ،
’مصري‘ ماروءَ سامهان، نت نت منهنجا نيڻ.

***

محب متا مشتاق، ڪنهن ڪي دانهن ڏيندا؟.

---

تو في الفور قاسائي نيا، فهم فڪر سڀ اي فرياد فراق،
غم غيور بحر ۾ غرق هٽي، ڪيا غمز تنهنجي غمناڪ،
هيڪ هيڪاندا همدم هُوءِ جي، هئڙا سي هيرايل هيراڪ،
ٿيا تالان تخت چڏيائون بي طاقت، تن جي ابرو ڪنڌي جي طاق،
ملڪ فلڪ مڙئي 'مصريءَ' موهيا، ڪي ڪج زلف قزاق.

***

ذاتي ذات صفات، ذاتي ذات تنهنجي،
ليل نهار لياڪا تنهنجا ميان.
شام سحر پريات
جمل جهان جبل، جن انسان ميان،
جمل جميع جملات.
درّ رخسار معاني شمعش ميان،
زلف اندر ظلمات.
لالڪو لئہ مقصد 'مصري' ميان،
ڪارڻ ڪل قتلات.

***

آئون ڄڻي اوهين ڄامر، پلو يار ميان،
هوت پنهون پنهنجا، هتڙا مَ لاهج.

---

بيا بلوچيءَ بات جي، مون نہ پروڙي مامر،
ڀَائي اوڳڻ پاند ۾، لڳيس اوهانجي لامر،
غافل آهيان گدلي، الا سائيمر تنهنجي سامر،
ٻاهہ سڀاجها سپرين، ڪچي قولج ڪامر،
مَيي مهارون 'مصري' تي، واري آءُ وريامر.

***

سڏڙا شال سڏيندو، پلؤ لائي نال نيندو.

---

پنهل پازياڻيون پنهنجون، چپر ڪين ڇڏيندو،
مشفق مرحمر مرض سڃاڻي، سهجن ساڻ سڃيندو،
نازڪ نيڻ ڪيبر ڪيفي، گولي ساڻ گڏيندو،
'مصري' محبت جون ميخون، من ۾ جاني جوڙي جڙيندو.

***

سهڻا سائين مون نہ سرندي، سري سيڪا سڄڻ توکي.

---

پنيءَ تنهنجي پورهيت پاڻ مهاڙي، پٺي پازياڻي پرندي،
هوندي هوت هميشه جاني جتيءَ ساڻ، وري ورچي ڪين ورندي،
شوق اوهان جي شمع جيئن شائق، تنهنجي ٻري آهي تہ بہ ٻرندي،
’مصري‘ ماري آهہ درس ڏاران، منهن ڏسڻ ڪاڻ مرندي.

***

اوڳڻ ڪيم ڳڻيج، پلو يار ميان،
تو دلاسي دوست جيان ٿي.

---

پرين پورهيت پانهنجي، چپر ۾ نہ ڇڏيج،
لاڙي پاند لُنگيءَ جو، ڍليون ڊول ڍڪيج،
ونگيرن واٽون ور اڙانگا، رهيس هاڻ رسيج،
اڪيون عاجز سامهيون، الا سائينءَ لڳ سڃيج،
پسي مدايون ’مصري‘ جون، مهرون ڪيم متيج،
محبت ڪيم متيج.

***

جن ڏنا تنهنجا ديد سهڻا، سي ٿيا سيلاني.

---

چشمن کي چوگردؤن وينا، ٻڌي شهر شهيد.
سر سوريءَ ڏڙ ڏار رڙن ۾، ڪئي عشاقن عيد.
پيا تي جي پُرزا پڙ ۾، توءِ پڙهن توحيد.
وجهي ميخانہ مٿيءَ ۾ 'مُصري'، ڪيئي ملڪ مريد.

***

ڪن ظالم زلف زنجير، رانديون رنگيءَ رخ تي.

---

ور ور نانگ ور شيهر وانگر، بي صلح بي پير،
ڀهڳڻ مار ٻچن تي مٿيا، جادوگر جانگير،
ڏَنگي ڏيهہ هٽي ڪيئي ڏاني، قيريدار فقير،
ٿيا مطيع اُنهن جا 'مُصري' وحدت وارا وير.

***

اهنجو هيج حبيب، دارو درد وندن کي

---

درد وندن کي دلبر تنهنجا، راحت رنج رقيب،
گهايل گهور سجڻ تنهن کي، کندا کوه طبيب،
در مل ڏي ديدار انهن کي، نازک يار نجيب،
روز ازل کان اصلي آهي، اهنجي هٿ عجيب،
ماڻ منا تنهنجا 'مصري' کان، لذت دار لبيب.

***

پنهل جا پچندي الله، پنڌ رند راهون پيچرا.

---

لڳي لالن پٽ ۾ لکن سان لچندي،
ساڳو سرواڻن جو، ڏوري شال ڏسندي،
جانب کاڻ جبل ۾، ٿر چپر چلندي،
هلي هوت پنهوءَ کي، 'مصري' چئي ملندي.

***

ڪنگالن جي ڪهل پوئي ڪوهيارا، موتي آءُ تون موٽ الله،

---

اصل اوهان جي وو آهيان ميان، پنهل ڄام پرٽ الله،
پاڻ سڄاڻي وو پورهيت جو ميان، لوڙهہ لکن ۾ اچي لٽ الله،
ڏونگر سندا وو ڏکڙا ميان، ڪيچ ڏٺي ڪين تان ڪٽ الله،
مولا ڪارڻ 'مصري' چوي ميان معذون ڪي ۾ مِتَ الله.

❊❊❊

موٽن سنديون معذور ڪي، آيل ڙي متيون آڇ مَ مادر الله،

---

چوري وڌو جنهن جي چت ڪي ميان،
پنهل ڄام پڌر پڌر الله.
ڪري ڪشالا ڪيچين لاءِ ميان،
چلنديس هاڻ چپر الله.
ڏوري ڏسنديس ور ڏونگرين ميان،
ڪوهياري ڪي ڪنهن پر الله.
توڙا تنهنجي طعنن جا ميان،
بار ڪنيا مون بر سر الله.
محبن ذاران وو 'مصري' چئي ميان،
ڪين گذاريندي گهر الله.

❊❊❊

تنهنجي مدد مهار، اڪارين آرن مان،

---

لطف ساڻ لنگهائين عفو جي آڏان
چڪڻ ۽ چاڙهن مان،
سه سيارو سپرين، مٿان مينهن ملار،
پهچائج پارن مان.
پنهنجي ترهي تارئين، ڪپر ڪارونيار،
اٿل اوپارن مان.
ملائين 'مصريءَ' کي، ساهڙ ساڻ ستار،
ڪڍي ڪارو نيارن مان.

***

اسان تان نہ سَري سيڪا توکي سپرين!

---

مون ذاوَ ذتاريو، چٺن ڪيس چري،
هو جو بار بدِين جو، پجي تيم پَري،
آءُ ايندي ڪيترو، تِکون تار تري،
تنهنجي مدد 'مصري' چئي ملان مان مري.

***

اچي پرٽياٽي پيئي، پنهل سائين پُنيءَ تنهنجي.

---

ڪري ڪوڙايون ڪچايون ڪوڙئين، پلو ميان،
آئي در دوست سنديئي.
ورهہ وَر ڏيئي ورائي ڪئي ويڳاڻي، پلو ميان،
وسئون ويچاري ويئي.
سڏي هيڪر سات پنهنجي گڏي گولي ڪي، پلو ميان،
نانءِ الله جي نيئي.
محب 'مصري' جون مدايون اصلئون آهن، پلو ميان،
مٽيئي معلوم مڙيئي.

***

موٽ سپاجهل سائين ، واقف حال منهنجي جا.

---

دوست دعا ڳڻ وي آهيان، پلو ميان سر تنهنجي سدائين،
مٽڻ مناسب وري ناهہ ڪي، پلو ميان واڳ ولهيءَ تي ورائين.
شال موچاري وي من پوي، پلو ميان ڪميڻي ڪي ڪڏاهين،
'مصري' سان وري محبت جو، پلو ميان ناتو نيهي نباهين.

***

ڪرهل آڪاهي، واڳون، ورائي، ڄُل ۾ جام ڄڻيءَ جا.

---

گڏيو وڃي گوليءَ کي، ليڙن سان لائي،
تولئہ تئنگ وٽن ۾، ٻانيڻ ٻاڏائي،
ڏاڍو جوش جبل جو، تتن کي تائي،
تنهنجي مدد ’مصري‘ ڇئي مارڳ مرڪائي.

***

لائيون ڏينهن گهڻا، ڪڏهن ايندا.

---

ساريو سانگيئڙن کي، وينئي هٿ هٽان.
مارن ساڻ ملير ۾، ڪتا ڪير ڪٽان.
منهنجو مرڪ نہ ماڙيون، ويڙهين منجهہ وٽان.
پلڪ پراهين نہ ٿيان، ڏراڙن ڏٽان.
’مصري‘ مارو ءَ جام جي منهن ۾ مشڪ مٽان.

***

اڏايام عجيب لئہ ڪوڙئين پتئين ڪانگ،
آيا اڄ عيدون ٿيون سڄڻ ڪري سانگ،
اصل عاشقن ڪي، آهي توّڪل توشو تانگ.
مٿي منجھہ 'مصري' چوي لڳي ڏڪارين ڪي ڏانگ،
اروٿيون اڙانگ لحظي منجھہ لهي ويا.

مينڍو مينهن پڄائيو ميلو سنهي بوند،
موتين جهڙا منهن ۾ نقطا نور نمود،
موڪل ڪئي مينهن ڪي عالم جي آخوند،
سُرلي سج جهڪا ڪيا آگم عاد ثمود،
هٽي علي شير عمود، پڳا ڪوٽ ڪفار جا.

بستر مينهن پڄائيو تن ڪئي ستي ڪاند،
دامن ڪوري وڄڙي، آيو پاٽي پکي پاند،
ڪويل ٿي ڪوڪون ڪري 'مصري' چوي مانجهاند،
اڌ اتاهيئن جهوپڙو ڪوڻ نہ سهي ڪاند،
ويل نہ ڪنهن ويساند، سورج صاف نہ اڀري.

عالم آسودو ٿيو پرين آيو پرچي،
سارنگ چڙهيو سيج تي، سونهن پريو سرچي،
پريا تل ترائيون، اوهيرن اچي،
وٺو مينهن وڏ ڦڙو، پيا پٽ پڄي،
جن ڪي سڪ سچي، تن ڪي اوسر اوڏو نہ اچي.

اڏ اتاهيئن جهوپڙو پريون، نوٽيون نير نهار،
پکو پاٽيءَ وچ ۾ چوڪنڊين چوڌار،
امنگ آب اگوندرو، اٿلئون اوجهل اپار،
بستر مينهن پڄائيو، جهومڪ ۽ جهالار،
رمندي راڄ دوار، رسيلو بوند پڄائيو.

سانوڻ سرنديپ اگم عجيبن جي ڪيا،
مثل مينهن 'مصري' چوي آهين لعل پرين لاريب،
بوندون بحر برهہ جون ٽيون، جهلڪن متي جيب،
ڪنول اکيون ڪامڻ جون، جنهن منجهہ ڏاڍا فند فريب،
ڪٽڻ ساڻ خجل ٿيون، ڪنوٽيون ڏسي خيب،
پسايائين پازيب لار لئيندي وڃڙا.

ڪري بدل بهار اتر چڙهي آئيو،
ڪارا ڪڪر ڪينجون، چوطرف چوڌار،
ان ارزان ٿيو، ويا ڏرت ڏڪار،
وٺا مينهن 'مصري' چوي، من لٿا مونجهار،
ٿيا ڪوڙيئن قلب قرار، پرين پرچائو ٿيو.

بدل بحر پري اتران چڙهي آئيو،
وڄون اتر واءُ تي آئيون ڪنڊرون ڪڪر ڪري،
قادر ڪيو قحط کي ضايع منجهہ ذري،
من گهريا 'مصري' چوي، پلڪ م ٿين پري،
جن ري ساعت ڪين سري، سي هينئڙي ۾ هون پرين.

موليٰ محب ملاءِ آهون عالم جون سٽي،
وڏي سگهہ سچا ڏٺي آگا توکي آهي،
ايڙيا جي آسون ڪري سي سلڙا ڪيم سڪاءِ،
وجهي سگهہ سائر ۾ مٿان مينهن وساءِ،
جي جنين جا سيڪڙو سي تنين رب رساءِ،
خالق خر مَ ڪلاءِ مهابي مرسل جي.

ڪڪر ڪانڌ نهار تو ڪهر ڪچاڙئا ڪوڙئين،
آگم اڄ الله ڪيا وسندو ويرو تار،
ڪارا ڪڪر ڪنڌرون اتران ٿيو اوپار،
وڃن وڏاياڻون ڏنيون رسي سنڌ سڪار،
پريون تل ترايون ڏڻ انوٺا ڏار،
ريلا رحمت پرئا آيا پڪي ڏپار،
ورتون وچڙا وار، منهنجا مينڌيا مينهن پسائيا.

مينڌيا مينهن پسائئا مانگ پني مالا،
وڃون وسڻ آئيون، ڪري چوطرف چالا،
اوهيرن اچون ڪيون، بدل چڙهيا بالا،
جن ڪي اوَسر اهالو ڪيو، سي ڪيا سانوڻ سڀالا،
مال مڙيئي ملڪ جا ٿيا مچي متوالا،
اوحر احمد ڄام جي ڪئا عالم اجالا،
وڇوڙئلن ونئيون وٽون وصالا،
انشاالله تعاليٰ سيڪنهن هنڌ سڪار ٿيو.

واحد وسائينس آهون عالم جون سٺي،
موڪل ٿئي مينهن کي هڪ تل مَ ترسائينس،
وسائي واٽن تي اوير اپائينس،
صاحب ساريءَ سنڌ تي بادل برسائينس،
برڪت وجهي بحر ۾ هرجا هلائينس،
هو جي سر سڪي ويا سي واري وهائينس،
پڪا پڪن سامهان اوري اڏائينس،
هون سدائين هتهين رب تون رهائينس،
’مصري‘ ملائينس، ڪنڌ وانگر ڪير ۾.

چڏڻ ڪيم چڏينس آهون عالم جون سٺي،
اوطاقون عجيب جون اندر من اڏينس،
پرين پراهون نہ وجي، صاحب رب سڏيندس،
اهڙي گتِ گڏينس، جيئن سدا هوئم ساهہ ۾.

توڪي طلب جنهن جي تنهن پڻ تنهنجي سڪ
فَاْذِكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ سيڪنهن هينئڙي هڪ.
ڏارين هٽي ڏڪ، پنهنجا سڏي پاڻ ڏانهن.

پنهنجا سڏي پاڻ ڏانهن، ڏاريان ڪيائين ڏار،
ذِكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ پرت پروڙج پار،
اوڏا سي اغيار، پرانهان سي پنهنجا.

تن ۾ جنهن جو تڪيو، من ۾ ماڳ مڪان،
سو ساڄن سرت سڄاڻ سدا آهي ساڻ تو.

الست ارواحن کي جڏهن، ڪيو حڪم حڪيم،
جف القلم بما هُوَ ڪائن توڙان ٿي تقسيم،
'مصري' محمد ڄام کي، ڪيو رهبر رب رحيم،
تڏهن ڦاسايو فهيم، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي، جڏهن جوڙيو رب جلال،
قالوا قرب ڪمال ٿيو، بلٰيٰ مٿي بر حال،
جَفَ الْقَلَم بِمَاهُوَ ڪائين، خاصا ڪيت خيال،
سرتين ڏاران سومرا، هت ساعت پانيان سال،
'مصري' سي ملير ويا، جي هئڙم پائي حال،
واڌايون وصال، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي جڏهن، پيدا ڪيو پرور،
جَفْ الْقَلَم بِمَاهُوَ ڪائن، ڪڙا قيد ڪسر،
سرتين سنداَ سومرا، سڪٿا سانگ سفر،
مون جيڏيون ملير ۾، ويجهيون پاسي ور،
جن جا ٽاڪ ٽرن ۾، تن ڏوٿين ڪهڙا ڏر،
ماڙين منجهہ 'مصري' ڇئي، ڪڏهن لهندم ڪر،
نت نت نيڪ نظر، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواهن کي جڏهن راهہ ڪيو رحمٰن،
جَفْ الْقَلَم بِمَاهُوَ ڪائن، تر تفاوت تا نہ،
توڙائين تقدير جا، نينهن پڳا نيشان،
اڪند اباڻي پار جي، منجهہ پريا ماڳ، مڪان،

سرتين ۾ ساٿيھ جا، جيءَ اندر جولان،
'مصري' ماروءَ ڄام جا، پانيان بَرّ بستان،
ٿر ٿر اندر ٿان، مون مَن ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي، جڏهن سمجهايو سميع،
جزيائين جهانگيئڙن سان، مون من پت پليءَ،
جَفُ الْقَلَمَ بِمَاهُوَ ڪائينءَ، لَنِي ڪون لِکيءَ،
قلم ڪُن فَيَڪُونَ جي، هتي آندي هيءَ،
ويڙهين پڪا وَيءَ، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي، جڏهن هاديءَ هلايو،
قلم ڪُن فَيَڪُوْن جي، ڪي جو ڪمايو،
قلبُ منهنجوُ ڪوٽ ۾، قيدن ڪنبايو،
اڪندِ اباڻي پار جي، محشر مچايو،
قضا کي ڪريم جي، ڪنهن وير نہ ورايو،
قُلْ لَّن يُصِيبَنَا إِلاَّ مَا ڪَتَبَ اللّٰه لَنَا هُوَ مَوْلَانَا اوڏاهون آيو،
پُوئي تنهن پايو، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي جڏهن آڳي ڪيو اظهار،
جَفّ القلم بمَا هُوَ ڪائنءَ، نڪو تر تڪرار،
قلم قيدالماءَ جو، الاهي اختيار،
اڪندِ اباڻي پار جي، ڄاڻي ڄاڻنهار،
ميڙيندو 'مصري' چئي، سانگي رب ستار،
قائم قلب قرار، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي جڏهن ڪيو امر الله،
ڪنڌي ڪنارو ڪونہ ڪو، وحدت ريءَ ٻي واهہ،
تڏهن ساريا سومرا، سانگي منهنجي ساهہ،
ريهي روح رڳن کي، ڏنا پنوهارن پاهہ،
چتا چرن ڪين ڪي، چوڙيلن جا چاهہ،
ڪيا فضل فتاح، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي جڏهن باري بهاري،
هڪجا هُر دوجهان هو قلزم ڪناري،
قلم ڪن فيڪون جو ڪو وير نئو واري،
سرتين ۽ ساڙيهہ کي، ٿو ساهہ سندم ساري،
ڏيکاريندو ڏهہ ڏٺي، ويڙهيچا واري،
ماڙين منجهہ ’مصري‘ چوي، ماريس مونجهاري،
ويل نہ وساري، مون من ماروءَ ڄام سين.

الست ارواحن کي جڏهن قائم ڪيو قدير،
قسمت قيدالماءِ جا، زوراور زنجير،
پري ٿري ڪين ڪي، ٿُر هڪو تقدير،
سيئي ساريم سومرا، سرها جتي سرير،
ويڙهيچن وٿاڻ ڪئا، بر منجهہ ڪٽي بير،
ڪيڍ بنداٺي بند مان، عمر ڄام اسير،
ٿرن تڏي هير، مون من ماروءَ ڄام سين.

مون من ماروءَ چام سين، جڙيو آھي جيءُ،
قضا آنديس ڪوٽ ۾ قسمت قيد قويءَ،
موڪل ڏي تہ ملير وڃان، راجا راضي ٿيءُ،
تہ لھي سنگھارن سيءُ، اڊو عمر چام جو.

اڊو عمر چام جو لٿو لوئياڙين،
سنبھي جي سانگ ويا، سي پائر نت پسجن،
واري واڳ ورائيان، وطن ويڙھيچن،
لاَ تَقْنَطُوا مِنْ رَحْمَتُ اللّٰہ آسون اباڻن،
مصري چئي مَلير ۾، موٽيو ميڙا ڪن،
جھوپا جھانگيئڙن واري، اڏيا ويڙھ ۾.

واري اڏيا ويڙھ ۾ ويڙھيچن وٽاڻ،
فَاَذْكُرُنِي اَذْكُرْكُمْ اباڻن اھڃاڻ،
پري اڏيائون ياڻ، نوان نجھرا نانھين ۾!

نوان نجھرا نانھن ۾ اڏيا اباڻن،
اِذا اَتَمَ الفُقْرَ فوَ اللّٰہُ سچ ۾ سانگ سندن،
پر پوچ پيارئا، ڏڻ ڪي ڏاراڙن،
سچا ست سندن، توري قوت قرارئا.

وھڻ واڇوٽو جن جو، تن تن سانگين ڪھڙي سوڙ،
مٿي مڪ مجر جي، ڪن ريلڻ اندر روڙ،
وَمَنْ يتوڪَلْ عَلَي اللّٰہ، توڪل توشو توڙ.

جهنگل اڏيا جهوپڙا، جيڏين پليءَ جوڙ،
وهو ولهرن ۾ ڪن، ورن وٽ ولوڙ،
جن جي وٽن سان ويڙهه، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪَي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون جهنگلن ڏانهن،
تا پوج پيارن پهيڙا، اَڏيءَ پريو اَنهن،
اَڊي تنهنجي اڏيا، ان پڪا نيئي پرانهن،
راجا تنهنجي رنج جي، ڪنهن در ڏيندا دانهن،
وُني جن وهاڻ، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪن جهنگلن منجهه،
اڊي ڪان عمر جي، ڏيل وڏائون ڏنجهه،
هيئن نہ هلندئي هيترا، ستم سياٽي منجهه،
جن جي هر نڪي هنج، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جي جهنگن مٿي جهوڪ،
پرهين پٽولا ڪين ڪي، اوءِ لوئي وارا لوڪ،
سدا سانگين سومرا، ٽر پليرا ٿوڪ،
جي مهيون پين موڪ، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جي ڊڄن ڏاڍي ڏاءِ،
اٿ ئي پهر اندر ۾، ان ڪي اڊُو آهه،
ماروئڙا مصري چئي، تا ڌهڪن تنهنجي ڏاهه،
ستم جو سڏ سومرا لوئيارن تان لاهه،
علم لڳ الله، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪير ڪي، جن جون جهوڪون منجهہ جهنگن،
وتن ويچارا ويڙهہ ۾، ويڙهيچا منجهہ ولين،
ڏوٿيئڙا ان ڏيهہ ۾، تا ڏاهہ تنهنجي ڏهڪن،
ماروئڙا 'مصري' چوي، تا ڪاج ڪٿونبا ڪن،
جي چانور ڪين چگن، سي جهانگي جهلج ڪير ڪي.

جهانگي جهلج ڪير ڪي، جن جون جهوڪون اندر جهنگ،
سرتين سانبيئڙن جا، سدا سرها سنگ،
مون جيڏيون ملير ۾، ڪن ريلن اندر رنگ،
ظالم زور ڪٽيو اچين، زابز وجهيو زنگ،
آهين وس الله جي اڳيان پويان انگ،
وڏا مون ولين، جيئن ٻاٻاڻن سان ٻنگ،
ڏوٿيئڙا ڏڪائيا، تنهنجي ڏمر ڏنگ،
قسمت قيد قويّ جا، تاڻيو ٻڌن تنگ،
نر سچاڻي ننگ، جهانگي جهلج ڪير ڪي.

جهانگي جهلج ڪير ڪي، جن جاجهنگن منجهہ جنسار،
پائر پسائي آئيا، پڳهر پير پنوهار،
ساکهہ ڪٿوريان اگري، جڌن جوت جُهار،
هڪ تسلي تن ڪي، ٻيو اڪين جو اوچار،
ملي ماروءَ ڄام ڪي، من لٿو مونجهار،
قسمت قيدالماءَ جا، آهن ويڙهين منجهہ ويچار،
باري بند بدا ڪيا، عمر ڄام اپار،
وتَواصَوْ بِاْلصَبّر ان آيت چي آڌار،
وتن ويچاراَ ويڙهہَ ۾، ٿوري قوت قرار،
سي ملائيا 'مصري' چئي، سائينءَ رب ستار،
سومرا سردار، جهانگي جهلج ڪير ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جي جوءِ،
ويڙهيا گهمن وليين، سانگي سنجهه صبوح،
پٽولا پنوهار ڪي، عمر آچ مَ اوءِ،
سون تنهنجو سومرا، سانگين سندي سوءِ،
ماڙين ڪان 'مصري' چئي، هنڌ پليرا هوءِ،
پيي پائر ڏيهه جي، خاص ڪان خوشبوءِ،
راجا روءِ بروءِ، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهونگون جهنگن پر،
موڪل ڏي تہ مٽين وجي، ٿاڪ جنهن جا ٿر،
ڪنگالون قصور ري، ڪوٽن قيد مَ ڪر،
واري منج وطن ڏي، ٻاٻاڻن ٻر ٻر،
ڏاڍي ڏوهہ ڏمر، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون جهنگن وٽ،
تنهنجي ڏمر ڏڪائيا، ڊاٽي اندر ڊٽ،
عمر ڄام الله لڳ، هي قيد ڪڙولا ڪٽ،
ستيءَ سندا سومرا، عيب ڪيم اپٽ،
جن جون پهون پهرن پٽ، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهنگن منجهہ جهوڪون،
ڇنين ڇيلا تن جون، ٻڌيم ٿي ٻوڪون،
ڳڏجي ڳولاڙن جون، آٽين گامون يا گوڪون،
آئون پڻ اباڻي وڃان، جت مينهن وسن موڪون،
راجا ڇڏ روڪون، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگ جنين جويون،
وجهن قانگن قلڙا، پنوهاريون پويون،
مارؤ سندي مشڪ جون، پَر اڇن ٻُويون،
تن سانگين سبيم ساهہ ڪي، سنهيون هٽي سويون،
تا پوچ پيارن پهيڙا، خوب ڪنيو کوهيون،
جن جهنگ پلاُريون سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جنين جي جاءِ،
قيدئون ڪيِ ڪنگاليون، پنوهارين پهچاءِ،
ساڙيهہ ڳنان سومرا، ستي ڪيم سڪاءِ،
واري منج وطن ڏي، ناحق نيرَ م پاءِ،
ايءَ پڻ سوپ سنداءِ، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جايون،
ڏنيرن ڏوٿيڙن ڪي، وڄن واڏايون،
وَٺو ملڪ ملير جو، ٿيون ساڙيهہ سرهايون،
ڪيِ بندياڻيون بند مان، قيدن ڪيپايون،
جن پوچ پهون پايون، جي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جي جهنگن جهور،
منهنجي پرت پنوهار سان، جيئن سان چنڊ چڪور،
ويئي ويڙ وصال جا، دل ۾ ڪريان دور،
ڪنديس قصا ڪوٽ جا، اباڻن سين اور،
ملي ماروءَ چام سين، هينئڙي لاهيان هور،
ظالم چڏي زور، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جي جهنگل جهاٽ،
آهيم انهيءَ ڏيهه جي، اندر اج اساٽ
موڪل ڏي 'مصري' چوي، تہ وجي ڏاڍر ڏاريان ڏاٽ.
ڏسان ڏاڏاٽن جا، گونن اندر گهاٽ،
اڪيون اوڏاهين ڪٽان، ڳوڙهن پريو ڳاٽ،
ڪارڻ واحد واٽ، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جي جهُر،
هُت وسن تا نِتُ ويڙهہ ۾، انهيءَ پهر اَبَر.
قيدالماءَ قويّ ٿيو، آنديس هت اَمُر،
وڙ ميڙو ماروءَ جام جو، ڪهہ دولت تنهنجا دُرَ،
آئون ڪيئن اطلش اوڍيان، ڪڏو لائي ڪُر،
سانگين جا سچا ڪٿا، صاحب سيل ستر،
جَزَاڪَ اللهُ فِي الْدارِيْن خَيْراً اهڙا ان اجر،
ڦتا ڪر فخر، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون جهنگن هُون،
وٺا مينهن 'مصري' چئي، ٿا پائر وسيو پُون،
ڏيڙ ڏراڙيون اتهين، ٿيون ڏوبو ڏوبو ڏُون.
موٽ گهرجين ٿي مارئي، چوڙيليون ٿيون چُون،
اڍي عمر جام جي، ٿيون ريلن رتو رُون،
گهَرجن جا گهونا گهون، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جھانگي جھلج ڪيم ڪي، جھنگل جن جي جان،
لِڱئون لوھ لھي پيا، سانگين ڪئي سنيال،
موڪل ڏي 'مصري' چئي، ٿيا سرتين ڏئي سال،
پائي سون تنھنجو سومرا، لاھيان لڱئون لوئي لال،
ڏونگھا ڏوٿيڙن ڪي آھن، اھڙا عيب افعال،
مون جيڏيون ملير ۾، ھت ھيڪانديون ھر سال،
ڪوڪڙ ڪانڌن سان چوندي، آئيون ڪانا پري ڪالھ،
وٺو ملڪ ملير جو، مارن متا مال،
پٽ پنوھارن اڏيا، پائر پڪا پال،
ڪنھن پڻ وڏي ڪانڪا، زنجيرن ۾ زال،
پلا ڪري پال، جھانگي جھلج ڪيم ڪي.

جھانگي جھلج ڪيم ڪي، جي جھنگل وتن جام،
جہ وڏائون جَرُ جندن ۾، تہ اچيو پئن عام،
لَاخوف عَلَيْھِم وَلاَ ھُمْ يَحْزنون اي ٿين انعام،
پيرن ٿيندئي بنگلا، ھوندئي ھي نہ حمام،
پُنگا پٽن پر اڏيا، مارن ماڳ مقام،
آھيم عرض الله ڪي، سچو صبوح شام،
ميڙيندو 'مصري' چوي، اگو ساڻ اڪرام،
واري ميڙ وطن ڪي، سانگين سندي سام،
نالي نبيءَ جام، جھانگي جھلج ڪيم ڪي.

جھانگي جھلج ڪيم ڪي، جھنگ جنين جولان،
ان پائر پڪا اڏيا، 'مصري' چوي مڪان.

اڳ تہ اباڻي پار جي، قيد پئي ڪانہ،
صم بُڪمٌ عُميٌ، برو تن بي جان،
ڏت اڳاهين ڏيهہ جا، سرتين ڪيا سامان،
مٺي ماڪ ملير جي، تنهنجا ڪُهہ، پلاڻون پان،
هرڪنهن مهل حمير جي، هاجي ڪيا حيران،
عمر انهيءَ ڏيهہ جا، ڏوتي ڏين نہ ڏان،
پاڇايون هي پاتشاهہ، ڪپي ويندئي خان،
آخر هلندين اوڏهين، آهين هت امان،
ڪارڻ رب رحمان، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جاگير،
سرتيون سچي سيل سان، سرهيون منجهہ سرير،
ڏنيم ڪيانتن خبرون، سنديون ملڪ ملير،
وري وڻ وصال جي، هينئڙي آيم هير،
لڱنئون لوهہ لهي پيا، قلت قيد ڪثير،
لاَ تَقْنطُوامنْ الرّحمتُ اللهِ اهي دلاسا ڏير،
موڪل ڏيَ 'مصري' چئي، عمر چام امير،
جن برين ڪنيا بير، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.
جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جهالون
مون لئہ مارن تي وڏيون، هُت قوڳن ۾ فالون،
ڪين وهنديس ڪوٽ ۾، سر ڪري سالون،
سبل وڏي سان سرتيون، ٿيون لڏيون ڪن لالون،
جن جون مور نہ مجالون، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، ڀنيءَ ڀر پاڻن،
سرها وڻ ساڙيهہ جا، ڪڏهن نہ ڪوماڻن.

اجها آڏ ترن ۾، اڏيا اباڻن،
چوڙيا چيڪ چنن ۾، ٻکر ٻاٻاڻين،
'مصري' چئي مشڪ جي، وينهه وتاڻن،
ينـي ير ياڻن، اچي بوءِ عطر جي.

اچي بوءِ عَطر جي، ينيءَ ياڻن ير،
وسن تا ان ويڙهه ۾، اٿو پهر اٻر،
موتين جهڙي مينهن جي، منهن ٻاٻاڻن ٻار،
وَسَقَاهُم رَبُهمْ شراباً طَهوراً پين پاڪ پلر،
اتيو ويل اسر، ميڙا ڪن ملير ۾.

ميڙا ڪن ملير ۾، سانگي ساٿيهي،
ورونهن ڪن ورن سين، جيڏيون مون جيئي،
اَلْفِراقُ اَشَدٌ مِنَ الْموَت. پري هيءَ پيئي،
ڏاڏاڻا ڏيهيَ، ڪندن هيٺ قراريا.

وهڪ جنين جي ويڙهه ۾، ينگا ير ينن،
توري قوت ترن ۾، وينا ئي وهسن،
سدا تنهنجي سومرا، ڪنڪ ير ڪنبن،
تن مارئي ميڙ مِٽن، مهت سان 'مصري' چوي.

وهڪ جنين جي ويڙهه ۾، ينگا ينن ير،
سونهن سدائين سج ۾، سانگي سيل سڌر،
لڳين لاکيون لوئيون، اڏو ٻنڌ اپر،
انجون قيد ڪنگاليون، ريءَ قصور ۾ ڪر،
سا تون ميڙ سگهر، مهر ڪر 'مصري' چوي.

وھڪ جنين جي ويڙھ ۾، پٽن پر پنگا.
صُمٌّ بُكْمٌ بر ۾، ڳڌ رھن ڳنگا.
تنھنجون محلاتون 'مصري' چئي، آھن ڏوٿيڙن ڏنگا.
ڪوھ سون سندا سونگا، ور سڳا ساھيڙين جا.

وھڪ جنين جي ويڙھ ۾، پنگا پٽن ڏانھن.
وڃيو ويڙھين وچ ۾، آڏيءَ پرين اَنھن.
پوڄ پيارين پيھرا، جنين پنڌ پرانھن.
سي جھانگي جھلينئي جھل ۾، جور ٻڌي جيلانھن.
اؤ قضا ويل ڪريم جي، قيدي ڪنڌ ڪانھن.
منصف ٿي من مانھن، موڪل ڏي 'مصري' چئي.

ھن وس ولھڙن ۾، ساھيڙيون سرھيون.
اٿو تان عيدون "سون، اٹوٽي ارھيون.
ڦانگن جھليا ڦلڙا، ڦوڳ مڪيون ڦرھيون.
ڪو ڪڙ ۽ ڪوڊير سان، ان ڪوڏ پريون ڪرھيون.
لڱين لاڪيون لوئيون، پوڄ ٿين پرھيون.
مھت سين مرھيون، ماروءَ سين 'مصري' چئي.

ھن وس ولھرن ۾ ٻيرن جھليا ٻور.
چنڊا چارن وچ ۾ تنبئا منھنجي تور.
مولا موٽڻ جا ملير ۾ متا ھت مذڪور.
ڪڙا لاھ قصور، موڪل ڏي 'مصري' چوي.

هن وس ولهرن ۾ سرها سڀ سنگهار،
ڍرئو پاٽي ڍٽ تان اچو نير اپار،
منگها مکون مکٽيون چيڙ پکا چوڏار،
لنب لوهيڙا لاٽيون، لُلر لوط ليارَ،
سيارچ ساڏوهيون، ٽوين تي تانکار،
عمر الله توهار، آئون پڻ اتيئي وڃان.

هن وس ولهرن ۾ ساڳ پکا ساوا،
پريا تل ترائيون کن ڏين کاوا،
اچيو اَڏ ٽرن ۾ رنبين تا راوا،
جيڏين جهوپا جوڙئا پٽ وجهي پاوا،
سٽاگيريون سرتيون کن جشن ۽ جاوا،
ڍٽين پٽين ڍاوا، ماروئڙا 'مصري' چوي.

تيا ڍامڻ ڍکيون دير پکي ديهي،
پرڙ پچٽي پَرون کين سرتيون سيئي،
جن قوت ککائون سومرا تن قحط کل کيهي،
سي پائر ويا پيهي، فاقو فرحت جن جو.

اچا اوڍڻ ان جا سانگن سونهن سهج،
کندا کارڻ قوت جي روڙي کيائون رج،
عيب ايلاچا ان کي لوئي وڏي لڄ،
ڏوئي کري ڏچ، ميري مشکان اگري.

ميري مشڪان اڳري سري تن سڪاڄ،
ڪرڙ ڪندا ۽ کُهري ڪيچڙ سندن ڪاڄ،
ان جا آڏ ترن ۾، رهي وينا راڄ،
لوئي وڏيءَ لاڄ ڳنڍل وٽ ڪنيءَ جي.

ڳنڍل وٽ ڪنيءَ جي، ير ۾ پليري پال،
ابريشم ڪان اڳري لينگڙياري لال،
تني تنهنجي تهہ ۾، ڪوڪڙ آنديم ڪالهہ،
تنهن پراڻي جي پاند ۾، چڳيون چني آيس چال،
آهي کهين قرب ڪمال، ڪني ڪاٿر ڏيهہ جي.

ٻيريون ڪيريون ٻائريون، ڦوڳيون ڦلاريون،
بيٺيون ير ينگن جي ٿهڪي ٽاڪاريون،
ڪونيٽ ڪرڙ ڪڪوريا، ڏونرن جون ڏاريون،
پکن منجهہ پنوهار جي، اڄ پسيون پاليارِيرون،
تنهنجي محلن ڪان 'مصري' چئي چام پليون چاريون،
سيئي مون ساريون، ٻيريون ڪيريون ٻاٻريون.

ٻيريون ڪيريون ٻائريون، جت ٽانڪاريون ۽ ٿوهہ،
ڦانگو ڦوڳ ڦلاريا، ٻونگر جهلي ٻوهہ،
ڪاڏا ڪيت سڄيت سان، رڇي منهنجي روح،
سنجهُم ساٿيهين سان جي ڪلي ڪارا ڪوهہ،
سي ساريان سنجهہ صبوح، ٻيريون ڪاريون ٻائريون.

ٻيريون ڪاريون ٻاٿريون جت جهونا گهونا گهاٽ،
لال لوهيڙا لڳئا ڳاڳن ڀر آ ڳاٽ،
وٺا مينهن ’مصري‘ چئي، چنن پيئي چاٽ،
آهيم اُڄ اُساٽ، وجهل انهيءَ ويڙهه جي.

هريون ڪاريون ٻاٿريون، جت مٺيون موراڙيون،
منگها مڪون مڪٺيون لاٿيون لياريون،
نوڙن ۾ نگهلي پيئون، ٺهڪي ٺاڪاريون،
سيئي مون ساريون، موڪل ڏي، ’مصري‘ چئي.

ويڙهيون وسرن ڪين ڪي ڍهريون ۽ ڏيهي،
مون جيڏيون ملير ۾ سرهيون سيئي،
ورونهن ڪن ورن سان واريءَ منجهه ويهي،
پڪي منجهه پيهي، قصا ڪنديس ڪوٽ جا.
ويڙهيون وسرن ڪين ڪي، ڏيهي ۽ ڍهريون،
پهن ساڻ پنوهاريون پٽن تي پهريون،
گهرا گاهه گسن تي، لنب مُئي لهريون،
مون جيڏيون ’مصري‘ چئي ٿرن ۾ ٿهريون،
سي ڪين ٿين ڪهريون، جن قوت ڪڪائون سومرا.

جن قوت ڪڪائون سومرا تن قحط ڪل ڪيهي،
وٺا مينهن ’مصري‘ چوي ڍهه پڪو ڊيهي،
ڪندن هيٺ قراريا، ڏوٿيئڙا ڏيهي،
جيهي جُي تيهي ته امن ساڻ اُماڻ مون.

امن ساڻ اماڻ مون، آجي ڪري ايئن،
تہ وڃان سگھر سامهين، جتان آنديئي جيئن،
پيئا پس پنوھار سين، تڪون ڏيئي تيئن،
ڪڇو لايان ڪُنر کي، هتي ويهي هيئن،
تہ مرڪي هت 'مصري' چوي، ڪريان ڪنڌ مٿاھون ڪيئن،
هت لحظو لمحہ سينءَ، ويھون ورهين پانئيان.

ويھون ورهين پانئيان، ساعت مثال سال،
اچان اباڻن سين ڪوڪڙ چونديم ڪالھہ،
سونهن سڄ سنگھاريون لويون مٿي لال،
اَڏ ترن ۾ اڏيان تن پيھون پڪا پال،
مارن منجهہ 'مصري' چئي مندي ناھ مقال،
اڏ بر وتن برحال، اجهي اوٽ الله جي.

اجهي اوٽ الله جي، تن ڪوٽن ڪيهي ڪل،
توڙئون توڪل تڪيو اولو اتر جهل،
ماڙين محلاتن جي، آهي پنوهارن کي پل،
سونهن سدائين سڄ ۾، بري بي خلل،
او ڇت ڇاڻن ڪين ڪي، ويچارا ولّ ڇلّ،
موڪل ڏي 'مصري' چوي، ڇڏي ارڙا ۽ اڙول،
ورڪتيون خوب ڪتل، ڪهہ سالون تنهنجون سومرا.

ڪهہ سالون تنهنجون سومرا، محلاتون ۽ ماڳ،
مُرين تي نہ متائيان، سرها ساٿيهہ ساڳ،

کِهہَ ڪاتونبا ڪائيو، ڪن چوڙيليون چاڳ،
انجا صاحب سڀ سچا ڪيا، ستر سيل سهاڳ،
مارن جا 'مصري' چوي، لاٿان لُلر لاڳ،
پلا تنين ڀاڳ، جي پيڙيون پتارن سين.

جہ ڪنوڻ ڪنوايو ڪنوڻ تي، ٿيون ساهيڙيون سرهيون،
انئي عيدون ان ۾، اڻ اُنئي ارهيون،
وندبيو پيئن ويڙهہ ۾، ٻاڪريون ٻرهيون،
ميڙي ڏٽ 'مصري' چوي، ان ڪوڏ پريون ڪرهيون،
ڪي ڳالهڙيون ڳرهيون، مون ان سين آڏ ٽرن ۾.

جہ ڪنوڻ ڪنوايو ڪونڻ تي، تہ سرها ٿيا سنگهار،
ڍِربون پاٽي ڍِٽ تان، اچو نير اپار،
تليون مڙيئي تار ٿيون، پلر پريا پار،
ڏٽ انهيءَ ڏيهہ جو، تا پالارين پنوهار،
اونڌا اَچار، عمر ڪر مَ ان سين.

ميڙا ڪن ملير ۾، ٻاٻاڻا ٻڪر،
ان قوت ڪڪائون قيمتي، ساڏوهيون سگر،
ڪ ڪاتونبا ڪنيون، پچنيون پرٽ پتر،
هيءَ بندياٽي بند ۾، هو ويجهيون پاسي ور،
الاهي امر لِڪَ، لڪٽي مان نہ لهي.

لِڪَ لڪئي مان نہ لهي، ڪين منجي مس،
قلم ڪُنْ فَيَڪُون جو، سٹائو سرس،
قضا زور ڪريم جي، ناهہ ويچاريءَ وس،
ڪنهن پر لايان ڪيئن وجي، سندو قيدن ڪس،
قادر پيچ قفس، لاهہ فراق فقير تان.

لاهہ فراق فقير تان، سانگي ميڙ ستار،
ڏسان ڏاڏي پوٽيون، پهون پٽ پنوهار،
ويڙهيون ۽ ولهار، ماڳ اهيئي 'مصري' چئي.

هن مند هيڪاندا، هُتي، سرتيون سانگيئڙا،
پاٽي پوج پٽن ۾، تڙ پڻ تانگهيئڙا،
اڏي ويئم اوڏڙا جهوپا جهانگيئڙا،
وري وانگيئڙا ڪر لندم ڪوٽ ۾

هن مند هيڪاندا هُتي، سانگيئڙا سرتيون،
لڳين لاڪيون لوئيون، ڳوڙهي رنگ رتيون،
وتن ويجهيون ويڙهہ ۾، جهڙيون ڪر ڪتيون،
سدائين سائيهہ ۾، سرهي سيل ستيون،
جُتَن منجهہ ڄتيون، منهنجون ڳتيون مارئين.

هن منہ هيڪاندا هتي، مارو منجهہ مليں،
همسن مون هڪ جيڏيون پيئن پس پنيں،
منهنجي انگ الست ۾، جيڪس هٹا زنجيں،

اڃي پيس اوڇتي، سهمن منجھ صغير،
کھڙا کيم کبيں، سڌ نہ پيئم سور جي.

هن مند هيڪاندا هُتي، مارو منهنجا مٽ،
صبح سائيڪا سنجئا، مون ٻاپاڻن سين ہٽ،
لڪئي لوهہ قلم، سا سٺائي سَٽَ،
بيڪس اندر پٽ، کھڙا مون کبير ڪَئا.

اطلش اوڍين ڪين ڪي، هو لوئين وارا لوڪ،
پھرئين وس پنهواربون، ڪين مريڙا موڪ،
قوت ڪکائون قيمتي، ٿر پليرا ٿوڪ،
سدا سنگهارن جي، جهنگن پاسي جهوڪ،
راجا ڇڏي روڪ، موڪل ڏي 'مصري' چوي.

پھرينءَ وس پنوهاربون، مريڙا موڙين،
مني مڪ مجر جا، رتا گل روڙين،
آٽيو آڏ ٽرن ۾، چانگڙيون چوڙين،
ورن سان ووڙين، ولهرن وچ ۾.

وهو ولهرن وچ ۾، ڪن ورن وٽ وروُنهن،
سهسين سج جهڪا ڪيا، سا ڪا سندين سونهن،
تن سرتين جا سرير ۾، دم دم دکن دونهن،
پسيو ٿَنن پر ونهن، تنهنجو محلاتون 'مصري' چوي.

پھرينءَ وس پٽن ۾، ٿيا ڳَمَ ڳنڍِيَن،
ستا ٿيربون سرتيون، مرڪن منجھ ملين،
گھر ڪٿيري ڪين، اٺن مينھن اگوندرا.

❊❊❊

آئون پيادي ڪيئن پڄان، آيل تن اٿن،
من ’مصري‘ چئن موٽن، پئي ٻاجهه ٻروچ کي.

پوندي ٻاجهه ٻروچ کي، ڪامڻ ٿيءُ قزاق،
سنڌيءَ ويندي سسئي، اٿياري اولاڪ،
وٺي گس ڳوٺرن جو، ٿيءُ جتو ليڙون چاڪ،
متان پوئي ماڪ، پير پريان جو نہ لهين.

سسئي ٿيءُ سجاڳ، اوٺي ويندءِ اوچتا،
متان سمهين سسئي، پر ڏيئي کي ٻاڳ،
ميا اٿ ’مصري‘ چئي، وڃهندءِ وهه ويراڳ،
وٺ وروکي واڳ، پائي پيچ پنهوءَ جي.

پائي پيچ پنهوءَ جي، وٺ ڳوٺرن جو گس،
واڳن پئج وچڙي، ول جيئن ڪري وس،
پوري شهر ڀنڀور ۾، تون تان ڪيم ترس،
هوتن سندو حب ۾، ڏونگر ڏيندءِ ڏس،
رات ڏيئي رس، جيئن سج نہ اڀريئي سيج تي.

سج نہ اڀريئي سيج تي، لٽيرلي ويندي، لُر،
پرٽياٽي پنهوءَ ري، ڳوءِ داڳينا ڌر،
هلج هاڙهي سامهين، هئين لاهي هُر،
ايندي بوءِ برن ۾، مشڪ ڪٿوري مُر،
پانهن جهلي ٻُر، پاٽيهي نيندءِ پاڻ سين.

پاٽيهي نينڌءِ پاڻ سين، ٻاروچاڻيءِ ٻاجهہ،
ڪين ڇڏينڌءِ ڇپرين، 'مصري' ڇئي محتاج،
وجهہ وڙ ولون واجهہ، پيهي پٻ وٽن ۾.

پيهي پٻ وٽن ۾، راهہ رڙهج ڪي رات،
حجت جي هو تن سين، وائي وار مَ وات،
ڪين ڇڏينڌءِ ڇپرين، رفيع الدرجات،
پرهہ ڦٽيءِ پريات، سَنڪي پونڌينءِ سسئي.

گهوريءِ گهوريا گهر، پوريءِ شهر ڀنڀور جا،
آهين آريچن جا، ٻر ٻستان ءِ بحر،
ووڙج ور وٽڪار ۾، وندر ڏيئي ور،
ڏينڌءِ ڏس ڏونگر، گڏ ٻئي جت جبل ۾

گڏ ٻئي جت جبل ۾، هلج ساڻ هيئين،
تان تون تاڻج تڪڙي، جاسينءِ ساهہ ڏيين،
جيڪو دم جيين، رڙهن راحت ڀانءِ تون.

رڙهڻ راحت ڀانءِ تون، ڍهُ مَ ڪر ولاڻ،
ڪيرون، ڏينڌءِ خبرون سنڌيون جتن جاڻ،
پڇنڌءِ حال پهاڻ، پاٽان پٻ وٽن ۾.

پاٽان پٻ وٽن ۾، هلي ايندءِ هوت،
موٽي کي متان ٺٺين، في الحقيقت فوت،
مُوتوُاقِبْلَ الْمَوتْ ماٺيندينءَ، ’مصري‘ چوي.

ماٺيندينءَ ’مصري‘ چئي، جتن جو جنسار،
ڪن ڇڏيندءِ ڇپرين، ڪيچ ڏٽي ڪوهيار،
ويچو پانءِ مَ وار، ساجن ساهہ پساهہ سان.

ساجن ساهہ پساهہ سان، ويجهو وهين وٽ،
”وَنَحْنُ اَقْرَبَ اليہ من حَبْل الْوَرِيْد“ گهوٽ تنهنجي گهٽ،
جاڻ وڃاءِ مَ ڇَٽ، ڪوهہ نهارين ڪيچ ۾.

ڪوهہ نهارين ڪيچ ۾، وڃئو وندر وٽ،
”وَفي اَنْفسُکُم اَفَلاتُبْصِرُوْن، هوت تنهنجي هنج
ڏونگر وڃهندءِ ڏنجهہ، سگهي ملنديءَ ساٿ کي.

سگهي ملندينءَ ساٿ کي، ڏکي ڏرين ڪوهہ؟.
مُالَہْ وَ وَلدهٗ اِلاّ خَساَراً، اي مڙيئي موهہ،
تهدل ٿيندءِ توهہ، ٻاروچاڻي ٻاجهہ سين،

ٻاروچاڻي ٻاجهہ سين، لنگهي ويندينءَ لڪ،
فَاذْ کُرُ ونِي اَذْکر کُمُ، سسئي لتا سڪ،
جهڙ جهولا ءِ جهڪ، رهبر ٿيندءِ راهہ ۾.

رهبر تيندءِ راهہ ۾، پرين اچي پاڻ،
متان ساهين سسئي، سينو سائينءَ سان،
ڪيچي لهندءِ ڪاڻ، پسي پهر پنهوءَ جي؛

ستينءَ لڳ سنوڻ ڪري، حيف تنهنجي حال،
هُيئي سُڌ هلڻ جي، سندي جتن جال،
هيءَ لاڏاڻو ساٿڙو، ڪيچ لڏيندو ڪالهہ،
تڏهن سست رکي سنيال، اوڍو اوٺين جو رکي؛

متان وسهين سسئي، ٻولي ٻاروچن،
ويساهي وڃن، جت جاڳائين ڪين ڪي.

متان وسهين سسئي، سخن سرواڻن،
سوٺو ڇڏ سهاڳ جو، ڪڍ اوڳي ننڊ اکين،
اي ءَ پر اوٺيڙن جي، ويساهي وڃن،
سڄر سڳ ڇنن، مڪراني ’مصري‘ چئي.

متان وسهين ’مصري‘ چئي، آرياڻيءَ انجام،
پوئج پرڏيهين جي، لڳي منجهہ لگام،
جتن ڇڏيون جام، تو جهڙيون تونگ ورن ۾.

جيئڻ آهہ جنجال، مرڻ وڏو مامرو،
جدائيءَ جتن جي، ڪئي جان زوال،
ڪنهن پر تيندو ڪيچئين، وندر منجهہ وصال،
حياتي نہ حلال، پلڪ پنهونءَ جام ري.

جيڏيون ٻول جتن جي، ڪام وسهي ڪا ڙي!
هو تن منهنجي هيج ڏئي، دل چوٽ وجي چاڙهي،
ڏير ڏيئي ڏاڙهي، پوءِ چوريءَ ور وني ويا.

چوريءَ ور وني ويا، ڪوڙا قول ڪري،
ٻيهر ٻول ٻروچڪا، متان دل ڌري،
جيڪا مون جيئن ڪندي مائني، سا پوندي تهہ ترڪيءَ،
ٻوتا بلوچن جا، هلن ڪين هري،
جا سرواڻن سان سگ ڪندي، سا جيئري منڌ مري،
ويني ڏک ڏري 'مصري' چئي مڪرانين جا.

ساهيڙيون صلاح، آڻيو ڏين ڏکيءَ کي،
اَلسفرُ قِطْعَة مِنَ النّار، ويڙهيون ءِ وٺراهہ،
اِهْدِنَاالصِّرَاط المُسْتَقِيْمَ، سوڏن جا سياءَ،
آرياڻيءَ اڳياڻءَ، تو پَنڌن جون پرکون لَهي.

پنهوءَ ڏانهن پيغام ڏي، سورن جا سسئي،
اَلعِشْقُ حِجَابُ بَيْن العَاشِقِينَ، قاصد پيئي ڪاڻ،
ڳرهڻ ڳرهي ڪين کي، ايءَ اَڏي آئي آڻ،
تون لحظي لائي لاڻ، پئو پيادي پنڌ ۾.

***

تَر ڪالدّنيا رَاس ڪُلِّ عبَادة. هنئي لاهوتين لاڻ،
جاڻي چڏي جاڻ، پرئا پورب پار ڏي.

ٽين ڏينهن تڪاڻا، ڪانئي خوديءَ جا هليا.
العشق نارُ الله نهوڙي، ڪئا نانگا نماڻا.
ٻاري ٻيائي ڪي تيا. حقيقت هاڻا.
حُبّ الْدُنِيَا راس ڪُلِ خَطِيئة. اي پرجهيائون پاڻان.
ڏاڏاڻا ڏور تيا. تن نڪي ناناڻا.
لالچ چڏي لوڪ جي، وجي "لا" ۾ لڪاڻا.
سامين سياڻا. پرئا پورب پار ڏي.

چوٿين ڏينهن چپ راس، آهه الک اوڏو ان ڪي.
گورک ڪارڻ گودڙيا. پئا وڏي وهم وماس.
پروڙيائون پرينءَ ڪي، بوءِ سڃاڻي باس.
اي رمز وئي رهاس، پريا پورب پار ڏي.

پنجئين ڏينهن پئا. پنيءَ پهه پرين جي.
دوبينائي دور ڪري، وحدت منجهه ويا.
لاَ تَحرّڪْ ذَرّة الاَّ بِاذْن الله. هتي توءِ هئا.
ٻڌا ٻول پرين جي، نانگا نينهن نيا.
مُصريؔ پِيَن من ۾، ڪنان احد اها.
چني ٻنڌڻ ٻئا، پريا پورب پار ڏي.

چهين ڏينهن پڳير ٿيا، ساڃارا سڏ ناٿ سين،
عهداً ڏني اوڏهين، آديسين اُلير،
كُلُ شَيءِ يَّرجِعُ اِلا اَصْلُه، اي پروڙيائين پير،
سونهاري سبحان جا، سڃاتائون سير،
ڇڏي هٺڻ واري هير، پرٿا پورب پار ڏي.

ستين ڏينهن سُڌير، ڪَشي ڪمريون هليا،
توڙان وڏائون تن ڪي، توبهه جي تڪبير،
يٰا اَيّـهَاالّذينَ آمَنَوُ تُوبُوالِيَ اللّهَ وَ تَوبَةُ السّوحاً ترڪ ٿي تدبير،
'مصري' چئي مجروح ٿيا، چت ڪي وجهي چير،
جوڳي جهانگير، پريا پورب پار ڏي.

ائين ڏينهن الڪ، جي رڙهي لڌائون راهه،
گهوري گورک ناٿ تان، صدقو ڪيائون ساهه،
ري وسيلي واحد جي، ٻي نہ ويراڳين واهه،
'مصري' چئي محبوب سين، ٿيا مهيسي من خواهه،
ڄاڻي هڪ الله، پريا پورب پار ڏي.

نوئين ڏينهن نياز جو، گهمي لڌائون گهر،
هرڪنهن هنڌ هنگلاج ٿيو، جت ڪٿ ناٿ نظر،
حق حقيقت هن حال جو، سڃاتائون سَرُ،
اِنّ الله وتِرُ يُحبِّ الوتُر، ٻاري ٻيائي جو ٻَر،
'مصري' تن مهيسن لئہ، جاڳي جيئري مر،
بستي ياڻئي ٻَرُ، پُريا پورب پار ڏي.

ڏھين ڏھاڙي ڏيل ۾، جوڳين سري جاٽ،
سجاتائون سپ پرئين، وحدت سندي واٽ،
اندر آديسين جي، اپر عشق اساٽ،
محبت جي 'مصري' چئي، چٽ ۾ لايائون چاٽ،
ڪنن ڏيئي ڪاٽ، پريا پورب پار ڏي.

ڪارھين ڏينھن قريب جي، ھنڌ ھنڌ پيئي ھوءِ،
ٿيا رسيلا رحمان سين، راول روءِ بروءِ،
'مصري' چئي مشڪ جي، تن بيراڳين بوءِ،
ڇڏي خود بيني خوءِ، پريا پورب پار ڏي.

ٻارھين ڏينھن ٻاري، ھليا گھر ھئڻ جو،
ڪانيا خيال خوديءَ جا، سنياسين ساري،
ڪُلَ مَنْ عَلَيْھا فَان وَ يَبْقَيٰ، آيا انھيءَ اوتاري،
ماڻيائون مراد کي، ڪُسي ڪيناري،
ورق سپ واري، پريا پورب پار ڏي.

***

## متفرقات

پريان سندي پار جون، مريون ماڪيءَ ساءِ،
جو خودي وڃائي ڪاءِ، تنهنکي اچي لذت لباب جي.

نڪا مند مرڻ جي، نڪا جيئڻ جاءِ،
اَلدّنيا ساعَة، سا تو آئي ساءِ،
پورا انهئين پانءِ، تہ ڪوڙي چانوَ ڪکر جي،

نڪا مند مرڻ جي، نڪو جيئڻ جال،
هئڻ حياتيءَ هِن جو، موتيءَ ماڪ مثال،
رهگذر رنج راَحتون، منصب توٽي مال،
فنا سڀ في الحال، رهندو نالو رب جو.

نڪا مند مرڻ جي، نڪو جيئڻ جام،
ويندو مثل راءِ جي، هي طلسم ترت تمام،
آهي حياتي حرام، ريءَ يادگيريءَ يار جي.

سهسين سوڏي سون، جيئن تڪا ئي تامون،
تائي طلا نہ ٿئي، توڙي تپي تمامون،
ڪڏهن ٿيندو ڪين ڪي، اڪ منجهان آمون،
هون سڃڻ سامهون، ڏک ڏجهڻ سڀ گهوريا.

ڪوڙو ڪوناريءَ ۾ وجهي، تامون تڪائين،
تائي طلا نہ ٿئي، جو ڪورو ۾ ڪائين،
زر نہ ٿئي زور سان، توڙي هنر هلائين،
سهسين سهاڳا وجهي، جي نوشادر نائين،
وائتو وڃائين، محنتون 'مصري' چئي.

وسوڙي ڪاڻي، تہ ابو ويو اڪ ڪي،
بي اڪ ابي جي آسري، ڪئي پريءَ پراڻي،
تہ بابا پلائي ڪري، ڪي چشم چڱا آڻين،
پٺيءَ لڳي پيءَ جي تي نوران نماڻي،
'مصري' چئي معذور ٿي، ڄاڻي سجاڻي،
لئہ والد وهاڻي، تنهن ڪي راهہ نهاري رانڙي.

راهہ نهاري رانڙي، وبس والد ڪاڻ،
جو آهي ويو اڪ ڪي، سو الله ابو آڻ،
ويئي پوڇي پير سا، پرس ڪارڻ پاڻ،
هَئي هَئي مون هاڻ، هو ويو وريو ڪين ڪي.

هو ويو وريو ڪين ڪي، هي خوش دل تي خوشحال،
صبح سرتين ساڻ ڪري، تي مرڪيو ايءَ مقال،
تہ ابو ڪارڻ اڪ ڪي، مون ڪاڪيون مڪو ڪالهہ،
صبحاڻي سرما وجهي، ڇيڄ ڪريندس ڇال،
ڪنديس جيڏين ساڻ جمال، وجهي آهوءَ جهڙيون اکيون.

آهوءَ جهڙيون اکيون، ابو آڏيندو،
موڙهل من معذور جو، مزو ماڻيندو،
ٺاڪر ٺاريندو، انڌي جي ٻہ اندر کي.

انڌي جي ٻہ اندر کي، ٺاڪر ٺو ٺاري،
ڪريل کي ڪلائيو، وهاڻيءَ واري،
هو نهئين ٿي هاري، هيرا پنهنجي هڙ جا.

*

تجلي تاب نينان دي سانون، تک کيتا تيغون تير برھ دي بچاوديني.

---

نالي ناز نگاھ علي الصباح،
وشيھر نانگ وانگر آو چک آو ديني،
اھو عيش اسان ڏا نرگھ مار گھتبوني،
چيتا چست چنگل وچ چاءِ ديني

چتيان چوڙ نھوڙ مروڙ ڳڏوني،
زلفان زير لٽک پيچ پاو ديني،
لحظي لاھ گھونگھٽ گھٽ گا گھتين،
لَٽ پَٽ لُٽ دليان نوں لٽکا وديني.

مست مڙگان پيڪان نينان دا،
کشي کان کما ابرو آو ديني،
قھري وچ کعبي دي کڙي خون کرن،
پٽ ماس مشتاقان دا کاو ديني.

عينان آو اڙيان، ’مصري‘ مار گھتيوني،
چشمان چوٽ برھ بي چلا و ديني،
سھيان سڻ فرياد بيداد کنون،
جادو مار جلاد جاڳاو ديني.

جوڳ

نوڪان نيڻ مريندِيان،
نال نظر دي نونت سانون

---

لامڪان لنگهه لهر دي،
اندر اسان ڏي وچ آ اَڙدي،
افلاڪان اُڏر ديان،
طرف عشاقان دي از آسمانون.

خواب آلود خنجر زن خوني،
پُري رنگ عجب افسوني،
دُهري دام ڏريندِيان،
ڪج ابرو واليين قوس ڪمانون.

چلڙي چوڙتي چتيان چُتڪن،
لامع لڙڪ مثل لڪ لٽڪن،
ڪاڪل ڪڙڪ ڪريندِيان،
سُنبل زلف سياه زمانون.

شوخ شرابي شور سرشاري،
جوهردار ڏيوَن جهلڪاري،
هر هت مار هربديان،
ساغر صبر 'مصري' دامڪانون.

جوڳ

چاڪ نهين حق پاڪ، ماهي منجهين والڙا.

---

پؤنر منجهين چڙ پيان ٻيلي،
سانجهر صبح سنيال سويلي،
آپ آٽن ٻيباڪ.

ڪتيان ڪاليان ڪڪيان ڪنديان،
تور تڪاٽي آٽي منديان تنديان،
لاڪر نينهن نفاق.

راول راوي ريل ڪناري،
گھِن هٿ مرلي چڙهيا مناري،
مهر پريا مشتاق.

پار درياهون بين بجايس،
اَڪر 'مُصري' جوڙ جڳايس،
عشق عجب اخلاص.

***

جت ڪٿ جاني جلوا تيرا، هرجا هرهنڌ تو ساماٽا

---

صورت دي وچ آپ ڇپايوئي،
اَلاَنسانُ سرّي سرّ الايوئي،
بي رنگ برَقعا بيشَڪ پايوئي،
اندر تاڪ ڪتوئي تاٽا.

ظاهر باطن اول آخر،
آپ ويڪايوئي اندر ٻاهر،
سوئي باليٰ سوئي زابر،
برسر احمد وت الاٽا.

مخفي مام لاَ تُحرڪُ،
هرجا منزل هر سو هرهڪ،
بر بحر وچ توهين بيشڪ،
لحظي لهرين آپ لڪاٽا.

سائي صورت سائي مورت،
سائي غيرت سائي حيرت،
سو احسان اهائي منت،
’مصري‘ محض ڪتوئي ماٽا.

❊❊❊

زاغ عقل دا هُيا پرواز، جب آيا شهباز عشق دا.

---

طالب مين مطلوب پہ مين هون، غالب تي مغلوب پہ مين هون،
خِرد مند مجذوب پہ مين هون، ناظر تي ڪر نال نياز،
همسر هوئس هرهڪ حق دا.

گاهي موسيٰ وت ڪوهہ طوران، گاهي سَر دار مثل منصوران،
نامنظور مثل منظوران، رمز اُهيندا رکڪي رازا،
ماريم نعرا انا الحق دا.

آڳ عشق دي اوهس لايا، پڙڪا بدن وچ سهيو نہ سمايا،
جان جگر سڀ جوش جلايا، سر اسان ڏي سڀ رڳ ساز،
وڄيا وحدت دي ورق دا.

اپنا آپ سڀ وچ سيتم، وچ ميخاني جلوا ڪيتم،
پير مغان تي پَٽ پُر پيتم، بحر آهين وچ بي انداز،
پايم غَوطا استغرق دا.

ڪڏانهن گداگر نورنگ نگري، ڪجڪلاهہ ڪڏانهن ڪي خُسري،
ڪُلّ شيءٍ مُحيط ’مصري‘، اسان سُڻيا آواز،
تُوتا شيشا شارڪ شڪ دا.

***

دام دليان نُو ديد اڑاءِ، ويکو رانجهن کي کر کردا.

---

اَلانسان سري سڏايس، گهونگهٽ دي وچ آپ ڇپايس،
بيپرواهَي دا بُرقا پايس، احمد کَنون العبد سڏاءِ،
کيتس سَير صورت سردا.

احديت کُون آپ ويکيندا، عبديت دا ناز کريندا،
وحدت کَثرت وچ کيڏيندا، خاص الخاص خَرقا پاءِ،
وَتَ سَڏايس چاکر بردا.

سر زليخا عشق اشارا، يوسف هوکي ماريس نعرا،
هٽئون مالک وچ بازار، ازخود اپڻا آپ ويچاءِ،
بَن کڙا اُتان شاهہ مصردا.

کِتان هير کتان شهہ ماهي، کتان چاک منجهيان دا واهي،
ماَز زغاوت شاهنشاهي، سرمد هوکي سير کتاءِ،
پيتُس جامِ کل کوثر دا.

موسيٰ تي رَبْ اَرْنِي ٻوليس، لَنْ تَرَانِي وت لب چوليس،
گهندِ اُتائي مُکڙا کولس، تجلي پَاکي طُور جلاءِ،
چاتس ناز نقاب نظر دا.

کتان صيفل شاهہ 'مصري'، کتان شيخ حَسن وت بصري،
ويک شمع اُتي آيا اُسري، جامعِ هوکي جاما پاءِ،
ماريس ناد نَهي اَمر دا.

عشق سپھ سالار سھيو، مُلڪ فلڪ ميدان تَھيندا

---

عشق امام جنھن نون ڏيوي اشارا
سوگھَت ڪلنگي گھِني عرش ڪنارا
انا الحق اسرار سھيو، آکڻ والا الحان اُھيندا

عشق جنھن نون جام پلاوي
سو شھ ماھي ڦر چاڪ سڏاوي
ڏڻ والا ڏٽوار سھيو، ھير ڪنون حيران تھيندا

عشق درياھ دلان نون بوڙي
غرق غراب ڇُھي وچ چوڙي
ھردم ھووي ھوشيار سھيو، نا صحي سڪان تھيندا

'مصري' آ گھن ماڻ عشق دا
رستا چوڙ رياءَ رشڪ دا
لاشڪ ليل نھار سھيو، پُر سدا پيمان جَھيندا

***

ويکيم ديد شهيد دلبر دا،
تنهن ديدار بي اختيار مين کتيان.

---

دشت بلا دي وچ دلبر آيا،
نال رضا دي مَن رب دا رايا،
چاتس بار خونخوار خنجر دا.

هي ماتم ملک دي وچ،
هفت زمين و هفت فلک دي وچ،
هي افسوس هي اسرار اَمر دا.

جان جگر هويي پرزي پاري،
پر خون سَروي سهري ساري،
ظاهرا چَکِيس ذوق زهر دا.

هئي جلوا جملي جهانَ جهيندا،
ويکيا 'مصري' مک مهتاب تهيندا،
شعل کيا هي ايهہ شمس و قمر دا.

***

بسنت بھار

سھڻا تينون سرندي وي، مينون ڪيتئي مست ديوانا.

---

چا نقاب وڪايئي چھرا، چپ نت چشم چڪر دي وي،
نوڪان نت مزگان مريندنيان، مانند، موج بحر دي وي،
پنبڙيان ديان پل پل پيڪانا.

ڏوران ڪڙڪي ڏيوَن ڏيڪالي، ول ول وقت سحر دي وي،
آواز سڻي مئين اچڪ اٿيان، چوڙيم راھ صبر دي وي،
تن عريان سر پاءِ برھنا.

مجنون مثل محبت ڪيتم، پيتم خون جگر دي وي،
وَستِي سَٽِ ويرانا چاتم، تي بيراڳڻ بَر دي وي،
من ھويا محروم مستانا.

تالون تلخ تي جان لبان، پر ناھم آس عمر دي وي،
ڏي 'مصري' تي جنازا جيوي، آڻ انا اجمر دي وي،
شيوا شغل شناس شھانا.

***

بسنت بهار

جامان زر افشاني وي، مرصع تاج مبارڪ برسر.

---

شعلي شمس مريخ نہ شامل، شڪلش شمع شهاني وي،
گلگون گلشن گلابي چهرا، گوهر گنج معاني وي،
لالا لب لڄئيندا احمر.

ڪجڪلاه تي ڪَلنگي قدسي، زير سحر سبحاني وي،
مک مرلي چابينَ بُلئيندا، راول راز رباني وي،
محمد مخفي احمد اظهر.

ابراهيم تي عيسيٰ آدم، اسماعيل قرباني وي،
قيقائوس فلاطون لقمان، ڪياوت ماه ڪنعاني وي،
خضر خريدار بُردا سڪندر.

يمن عجم يڪ جنش يگانا، يد بيضا يزداني وي،
'مصري' مُرسل بَن برھ دا، ماريس ناد نهاني وي،
تان تماشا ڪيتس گهرگهر.

❊❊❊

تورڙي

چپ راست زير بالا، نت نَو نَو نور نرالا.

---

موسيٰ ٿي فرعون منايس، ڪول چشم ويک چالا.
موسيٰ مطلب مذهب موليٰ، فرعون زروئي زلالا.

ماه ڪنعاني مصر مدر وچ، بي نظير بحالا.
زر خريد زليخان زمران، ملھ ڳڏا متوالا.

وحدت دي دريا وچ آکر، ڪيتس ڪوتاھ ڪشالا.
گاھ برهمڻ پوٿي پڙھندا، گاه مصاحف مسئلا.

گهت انوار صراحي دي وچ، ڪيتس ڪيف ڪمالا.
پُر ڪر پٽ پلئيندا 'مصري' وٺان ويک وصالا.

***

تيڏا! ڪوئي طؤر عجب وي، جادو سارا جنب وي.

---

هر مقابل دي مک وچ جهليا وي،
لالا داغ لقب وي.

ڪوڏ گهٽيري ڪي ڪر چاتوئي وي،
ڪيس ڪرڻ دا ڪسب وي.

هوش حريفان دا ڪلي ڪيتئي وي،
غمزي نال غصب وي.

من 'مصري' دا مجروح هويا،
نئون نئون ويک نصب وي.

❊❊❊

دل دلبران دي دست دامر اندر جيئن وي،
ڌُهريان ڏُواليان بحري باز ڪَنون.

---

عيش آرام تمام اسان ڏا، ڇَوتا ڇوڙ ڇوڙيليان ڇاؤ ديني،
ڇئنچل ڇال ڇلي اسان ڏا، ڇت نتوني نٽ ناٽ نيٽان دي نياز ڪَنون.

نور نشان جوان جڌهان، خيما ڪوڙ ميدان ڪڙ ديني،
تڙيان تيز اُٿان خون ريز ڪرن، جڌهان پلٽ آون پلٽيں باز ڪَنون.

ڪر ناز نياز نهوڙي نتوني، گهنڊ گهت گهونگهٽ گهاؤ ديني،
ڪيفي قيد قفس وچ قابو، ڪرن دلدا دامر گهتن پرواز ڪَنون.

ڪر تاب شتاب حجاب لاتوني، چشما چور ڪرن مخمور ديني،
مزگان مار گهتن 'مصري'، مامر سيتي آهونت نمر آواز ڪَنون.

❋❋❋

دل اب درد گيا آزار، آب پي پٽيا پيغامي.

---

نال لطف ول چيچل چول،
جنگ مردنگ اپنگ ڊول،
واڄٽ لک هزار، موهن مرگهہ ڪيتس دم دامي.

ٻولڻ ٻالڻ وتي گهنڊُ کولي،
ڇُور ڪيتَوني سانون چشما چولي،
روپ پريا رخسار، نرگس نيڻ مست مدامي.

برسر تاج مرصع مالا،
سوئي سامي سو مڻ والا،
جوڳي جلويدار، آديسي ڪيتم آرام.

مُڙ مُڙ ٻال ماڻ ڪريندا،
مُصري مشڪڻ نال مريندا،
ول نَظِرا نروار، شمس قمر ٿيا سهسين سلامي.

❊❊❊

پاڻ لايوئي سانون، جادو لايوئي سانون.
گهِن هٿ مرلي مالا موهيو سانون، تومڻ والا راول رانجها.

---

نازين نال نهوڙ نتوئي، سر پر چتيان نون چوڙ ڏتوئي،
ڪيس تليهر ڪالا.

شمس قمر ڪنون سهڻي صورت، مک محراب منوّر مورت،
پؤنرو شيهر پالا.

گهَت هک دام غلام ڪتوئي، ڪر بدنام درام ڏتوئي،
مارن توئي متوالا.

'مصري' نال ڳريندين ماٽا، سپ سپ تيڏي سهج سيباٽا،
اور عجب هِن اعلیٰ.

❊❊❊

نازڪ نرگس نيڻڙي نُون نت، نسدن ناظر ناني.

---

اَلا نِسان سري سيتس،
جامِ صراَحي پيتس،
نال ڪرم دي ڪليّ ڪيتس، هر منسوخ مسئلي.

لَنْ تَناَ لُو الْبيرّ الايس،
آپون آپ نقاب اٺايس،
وَنَحُن اَقْرَبُ نينهڙا لايس، روحي رمز رسالي.

باطن برقعا ڪيتس ظاهر،
آپ ويڪايس اندر ٻاهر
هر جا هر بن نائب ناظر، حاضر في ڪل حَالي.

عشق امر الله عجائب،
عين عذائب صحي صوائب،
گم غواص مثل ٿيا غائب، وادي وحدت والي،

شامل شد آن شاه شهانا،
مسجد محض محيط مٿي خانا،
پُر پلايس پٽ پيمانا، 'مصري' نون مڙ پالي.

❋❋❋

ڪج ابرو ري سٽ پت جلوان،
ڪي ڪر ڪروچ ڪعبي.

---

اَنا اَحْمَد ٻلا ميمي، قائم قول الله قديمي،
عين عبادت احمد عظيمي، ٻيا ڪلي ڪوڙ ڪتابي.

ڪنز قدوري ڪل ڪتائب، هر غرض وچ غمزي غائب،
نيتا ڪيتوئي سي نونت نائب نازڪ نال نقابي.

صحيح صورت سبحاني سايا، آپ الله ايوين فرمايا،
سوئي سڪ سانون سبق سٹايا، سهيسن سلوڪ صوابي.

"ڪُلَ شَيءِ محيطُ" مڃيوسين، وچ مه رخ دي محرابي،
'مصري'، مطلبَ مليوسين، وچ مه رخ دي محرابي.

***

ملي ملي مَي پي پايا، هڻ هويان مخمور وي.

---

سڻ وي سهيان ساڏا چاچت لائيو،
محبت دا منڪور وي.

ماري ڏاڍا درد دا دلق دلين وي نون،
سيتم نال صور وي.

ويکڻ سيتي وساريم ماهيون مزگان،
غمزان غرض غرور وي.

'مصري' محرم ماهي مڙ مڙ مليا،
ٿيا ضايع ڪُلّ ضرور وي.

***

زيرين زبران باب نہ پڙهندي ني،

---

تُساوت ماروکي ڪَر چمڪا،
اسان نهينَ تڙ ڦڙ دي ني،
محبت واليان تون مار مَ معلم،
نال جهڙيان دي ڪيون جهڙدي ني.

مک محراب محبوبان والي،
وچ مسجد نہ وڙ دي ني،
ڪج ابرو ڪر ڄاڻن ڪعبا،
آءِ اُتان نت اَڙ دي ني.

فَڪَان قَاب قَوْسيْنَ اَو اَدْنيٰ،
لحظيٰ لامع لڙدي ني،
هوش ڳئين تيا هر سوُ ساجد،
طرف طوافان دي تڙدي ني.

وچ الف وحدت والي،
تي خود حال ڪڙدي ني،
بي واليان سب باتيان پليان،
جيم جگر وچ جڙدي ني.

'مصري' تيا مسرور تڏها جڏهان،
چوٽ چشما دي چڙدي ني،
كا ڪُل نال مقيد هويا،
ويک ديدان دڙ دي ني،

***

گوشي ٻڌ گفتار وي ساڏي يارو،
دلڪش دلبر نهين سٽيندا.

---

مُک متوالا ونحن والا، گهونگهٽ گهندا تار،
وي ساڏي يارو.

لَنْ تراني لُک لُک ڏيندا، دم دم دا ديدار،
وي ساڏي يارو.

بي پرواه بهاني پايا، ڳَل حقيقت هار،
وي ساڏي يارو.

ذات صفت وچ ڪر ظهورا، آپ ڪيتس اظهار،
وي ساڏي يارو.

ساري معني مقصد 'مصري'، تلخ نهين تڪرار،
وي ساڏي يارو.

همہ آغوش هميشہ هوندا،
نِت نِت ساڏي نال وي سهڻا سائين،

---

رنگ بيرنگ وچ رونق ڏيندا،
خاص الخاص خصال وي سهڻا سائين،

هيءَ جو حسن قبح وچ وجهدا،
جلوا جوت جمال وي سهڻا سائين.

پلپل دي وچ ساڏا پچدا،
همدم حال احوال وي سهڻا سائين.

'مصري' تي مُڙ پال جو هوندا،
وقت بہ وقت وصال وي سهڻا سائين.

***

ميڪون مالا مال مرصع، ساغر ڏنا ساقي،
مستي مار هٺائي هستي، حالاً حزن هلاڪي،
مهرون ٿيا محبوب سبحاني، 'مصري' نال ملاقي.

ميڪون مست الست اسان نون، ساغر ساقي بادہ باقي،
اهين جام جنون در دام گهتيوسي،
ظالم زلف دو تاقي، زور مستاقي،
هستي س هسوار هيوسي،
'مصري' قِبْل اَاْمَوْتُ، مبارڪ آ ڪي،
پستي پهريو شاڪي، نور نزاڪي،
عشق عطا ڪي، علي الصباڪي.

وحدت ڪثرت ولول، ويچا بيچون بي نشانا،
ماڳ تيڏا ملڪوت نہ ڄاڻن، اور ڪوئي انسانا،
ملڪ فلڪ فردوس جهنم، اخفي علم عيانا،
شرين تلخ دي معنيٰ 'مصري'، مطلب رهہ مستانا.

جنت الماويٰ جام ڏتوسي، محبوبان ملڪوتي،
نرميء نال نسيم نگاهان، نوراني ناسوتي،
جوين جوت جمال الاهي، جلوہ نما جبروتي،
دين ڪفر معنيٰ وچ هڪا، لامڪان لاهوتي،
'مصري' معما مخفي مظهر، سارا راز ثبوتي.

سڀ جڳ دا تون صاحب صانع، سيڪو آکي سائين،
حسن قبح وچ حاضر ناظر، جلوه نماء هرجائين،
وحدت ڪثرت ڪون مڪان وچ، سهسين رنگ سمائين،
'مصري' ديان مهابي مرسل، خاوند بخش خطائين.

سڀ جڳ دا تون صاحب صانع، سائين آکي سيڪو،
تن لاريب لقب لاثاني، اوڙ نهين اغلب ڪو،
امڙ ٻاجھ الاھا تيڏي، طلعت طاق نہ طبقو،
'مصري' سيتي نال مهردي، سولا ڪرين سبب ڪو.

سڀ جڳ دا تون خالق مالڪ، ملڪ فلڪ دا موليٰ،
احديت اولا نگھ ڳڏئي، لا عبديت دا والا،
ڪھي خيالون خلعت خاڪي، چو رنگ ڀاتوءِ چولا.

ڪھي تماشي تخت هزارون، ڏي نظارا نولا،
برڪر بي رنبي دا برقع، چو رنگ پھريئي چولا،
احديت اولانگھ ڳڏئي، آ عبديت اولا،
جھنگ سيالين رنگ عجائب، پيا پتو پت پولا،
يا تون يوسف 'مصري' رانجھا، يا تون ڍاٿي ڍولا.

نال فجر دي مرشد مليا، حزن هجر سڀ ٽوٽا،
گل گلزار گلستان گلشن، دل وچ لايس ٻوٽا،
ٿيا بستان بھار برابر، ٻيلا خشڪ ٻروٽا،
برھ بدل وچ ويڙهي اسان ڏي، چوھ ڪنون آ چوٽا،
مي مجلس محبوب ميسر، مر مدعي ڪاءِ مروٽا.

نال فجر دي مرشد مليا، سبب ڪيتا رب سائين،
ڪل ڪل گول قلب دي اندر، ڪيتس قبلہ نمائين،
آگ آڙاھ خليل دي وانگر، باغ ڪيتس ھر بانهين،
وحدت ڪثرت وچ ويکايس، ھر جا حق ھڪائين،
چپ ٻيا سب تاب عقل دا، ڪيتا جلوا عشق جتائين.

نال فجر دي مرشد مليا، مهر ڪيتي رب مولا،
علي شير اندر دا اسان ڏي، آکر ڪڙڪا ڪولا،
ويک حسن حيدر دا گلشن، چاڪ ڪيتا وت چولا،
تي خوشبوءِ خوشحالي خورم، پيچ ٻيا سپ پولا،
راھون رد رقيب ٿيان اتي، اڏر ٻڌس وچ اولا،
’مصري‘ ڪون وچ مجلس اپني، گڏ ٻلهايس گولا.

***

**فارسي**

مقيد دل دو عالم کرد، معنبر زلاف مشکينت،
هم هوشيار درحيران، زمعني سخن رنگينت.

صحر گاهان ک از شوق، دريده غنچہ پيراهن،
بمانده نرگس تحيّر زنوک، چشم نمکينت.

معنبر خال مشکينت زبوده لالہء ونسرين،
چنان بر داغ در گلشن نموده ناز غمگينت.

❊❊❊

مثنوي بي نقاط

دلا در سرّ الا الله اسرار
اگر آگاہ کس گردد در و دار

او را لا مرک محصل دار کرد
ر دو عالم ملک در ھر کار کردد

دھد در داد داور لعل او را
دو دہ همراہ در حال اورا
سہ واحد المدد در سہ کل حال
الا الامداد اعليٰ والوصال

وصال او کہ دل لا وھم دارد
علي کل عدو راہ، رحم دارد

***

## ڪانڙه يا گجري

رها هون مين روز ازل سي پياسا،
زمين خاڪ ميخانہ ڪي من مين آسا.

ڪرو جام انعام مين ناب مستي،
خودي خود پرستي مٽي خام هستي،
نحس نفس نربهاگ جاوي نراسا.

تصرّف ڪي طلعت سي نہ ڪڇهہ دور دم هي،
يہ تشريف تيري ڪسي پر نہ ڪم هي،
درد ڪيش درويش ڪو ديوو دلاسا.

سماتا سمڪ رونق، رنگ مينا،
قدح ڪيف قدرت سي پرپور بهينا،
عنايت ڪرو آب آتش لباسا.

ارغوان پيمان ساغر سوايا،
فلڪ نيلگون نوع ديگر مين آيا،
هوا مخمور 'مصري' ملا ايڪ ماسا.

***

## سارنگ

پيتم مت پرديس پڌارو،
رت سانون کي سانوريا.

ڪالي گھٽا گھٽ رين انڌيري،
برس ڊراوي بادر ريا.

بار بار پيا بجلي چمڪي،
چڙھ ڪر چڙھ ڪر چنبريا.

ڪوئل مور پپيھيا بولي،
ڌوم مچي وڄ ڌا ڌريا.

رھو ھماري پاس پيراوا،
پَھن ڪسونبل ڪيسريا.

’مصري‘ ساٿ مقابل بيٺو،
من موھن مل مندريا.

❊❊❊

مرلي سي مجھي موھ کي جوگي جان لي گيوري،
ڪسي ديس سي آيو.

---

جوگي آيا ڪس ول گام ڪا، پايا پيچ زلف ڪر دام ڪ'
سکھ صبر چين آرام ڪا سامان لي گيوري.

ڪانون ۾ ڪُندِھل پاءِ ڪي، ڪيسر ڪا تلڪ لڳاءِ ڪي،
ڪائي الٽي بين بجاءِ ڪي، سارا شان لي گيوري.

بالون ڪا جوڙا کول ڪي، ڪالي قيس ڪنگي سي ڦول ڪي،
ھنس ھنس ڪي باتيان بول ڪي، گن گيان لي گيوري.

بن سامي آيا ستمگر، 'مصري' من کون ڪر گيا منتظر،
خمدار خنجر مار ڪي دھن دھيان لي گيوري.

***

## ڪنيات

الک اگم ڪوئي انت نہ پاوي،
لاک لکيٽا ڪون لکي ري.

---

نام نرنجن پيتر پاسا، جهنگل جوگي ڪانهہ جکي ري.
سيوو ستگر سنت سهڏ سي، پر گهٽيو پريو پاس پکي ري.
ڪر ناٽک ڪو تيسر ڪالي، گهٽ وچ گنگا رام رکي ري.
گرچر مُصري سيس اتارو، ڪاسي ڪروَتُ ايڪ رکي ري.

❊❊❊

## ڪافين جي بادشاھ جي اڻ ڇپيل شاعري

نازنظر سان نياز، نازڪ ناز تنھنجو

---

پهرين پيار ڪيوئي پاڻيهي پنهنجو ميان
پوءِ ڪرين پرواز.

لاتُحرڪُ ذَرّة اِلاّ باِذَنِ الله.
اهڙا ڏيئي آواز

سهج سڏائي سڪنديون پوءِ تڙائين ميان
اِيءَ عَين عجيب اَغماز

ملي 'مصري' سان ميخون لائي ميان
هِڪ ٿيون همراز
***

نظارا نينهن نَو خيزون کنا تيرن تکيون تيغون

---

کمان ابرو جي کش کاري کندا کي کان کاپاري
چٽيو کن چاڪ چوڏاري کليون خون خوار خوزيزيون.

کمالن ابرو جي کش کي بر هنيا هوتن هنر پرور
سامهون سيني اندر سي سَرَ ٿيا اکڙين جا آويزون.

پڄي ٽر جاءِ ٿي بيٺا پري روپاڪ پرهيزون
کمان ابرو جي کش کيکان، سنياتن جا کن نشان.

کمان ٿين کج ابرو، هلاڻون حسن جون حرسون
جهلين کي رند روبرو، مصري مهمير مهميزون.

***

ڏسڻ پنهنجو پاڻ هتي پاڻهي ڪرڻ سيلان آيس آئون.
ڇڏي لاهور لاغم ڪي عجب اِنهي غم گهايس آئون.

---

اول گهر هوم گنبذ ۾، جتي سجدا ڪيم ساري،
تنهان پوءِ طاس ۾ تڪرار ڪنئين سوين سال سامايس آئون.

اَچي پيو عرش ۾ تارو ٿي بينس پيءُ پنهنجي جي پُٺ ۾،
تنهان پوءِ پيٽ ۾ ماءُ جي. لڳي ڏهہ ماهہ ڏانئس آئون.

اچي هِتِ ڪَنئين لقب لايم. ٿِيس مشهور مرجن سين.
انهي درياهہ ديواني، ڪٽي لَهرين لِڪايس آئون.

جدا هِن جسم ڪان ٿي هي، وري هو ملڪ مولا جي ويندو
تون 'مصري' ياد ڪر مهدي، جنهنجي جوش جلايس آئون.

***

ليڙا لاڇائون، جملہ ھاڪيائون.

---

آڌي رات اُٿي ڪري،
ھوٿي ٻڏائون، ڪرھا ڪامن ڪاھيائون.

پوندي بار نہ پيڪيا،
ڪَٽ نہ ڪُڇيائون.

ڇرڪ ڏيئي ڇوري ڪي، ڇپر چڙھيائون،
ماڳ نيئي 'مصري' ڇوي ڏاگھا ڏايائون.

***

اِهي عين نوان نين، ٻئي ٻاڻ هڻن ٿا،

---

ڪري نيشان منهنجي جان، ڪشي ڪمان ڀرن جي
بي پير ڀري تير ليا پايو لَڙ نٿا.

لاهي نقاب بي حجاب، ڏيئي تاب تجليون،
ڪريو ناز بي نياز، اَچيو اجَهل آڙ نٿا.

ٻَئي لعل بي خيال، جڏا جال جِيارين،
اهي نيڻ سندن ويڻ، هرڪنهن ويل وٽن ٿا.

'مصري شاهہ' ري پناهہ، ٻيو ناواهہ وسيلو،
جنهنجي اوٽ گهٽان گهوٽ، اچو چوٽ چڙهن ٿا.

❋❋❋

گِهن هٿ مُرلي مالها، موهيو سانون تومَڻ لا،
راول راجا ہاڻ لايئي سانون.

---

نازي نال نِهوڙ نيتوئي،
سِر پرچتيان نون چوڙ ڏتوئي، کيس تليهر کالا.

شمس قمر کنون سهڻي صورت،
مُک مَهتاب مُنور مورت، پنئونر بيشهر يالا.

گهت هڪ دام غلام ڪيتوئي، ڪر بدنام آرام ڏتوئي،
مار نہ توئي متولا.

مصري نال ڪريندئين ماٽان،
سي سي تيڏي سَهج سيباٹا، اور عجب آهن اعليٰ.

❊❊❊

متا ڏيئي اڳيان مائي، متيا مرڻ تي مرد متارا وي ميان.

---

ڪَيف ڪلال جي قاتِل ڪڙي ڪوريا،
متا موڪيءَ سندي مت تان گهڻئي گهورياوي ميان،
ڪنڌ ڪُلهن ڪنان ڪاٽي.

پاڻ پَتنگن جيئن پچندي پچي پچايئن،
مگر محبت سندي مچ ڪي مچي مچايئون،
وڏا چيري تنه چرائي.

سر ساقيءَ اڳيان سخت سسيون سَجايئون وي ميان،
پُري پرينءَ هٿئون پيالا پکون پيتائون وي ميان،
گهڏي گهوٽن مَنجهان گهاتي.

مليا مَهيسين مُرادون مقصد تيڙا،
مد ميخوانيءَ جي 'مصري' نهوڙي نيڙا،
وَئي ويچارا وهائي.

***

### بيت

وهڪ جنين جي ويڙه ۾ پونگا پٽن پاس،
اُنَ جا راڄ رهي ويا، ريلن اندر واس،
آڇا اوچڻ اُنجا ڏوٿي سونهن ڏاس،
وطن منجهہ وسون ٿيون، وليون سُرهي واس،
هت پَسيو هنڌ حويليون، هينئڙو پوءِ هراس،
آءُ ڪُوڪڙ قُوتِ ڪندياس، موڪل ڏي.

نوٽ: پيج نمبر 230 کان ڪنٽنيو

تيرهين ڏينهن ترڪ، جوڳين ڏنو جان کي،
هت ڪيائون هنگلاڄ، ويا هيڪڙائي حق،
وحدت جو وجود ۾ واريائون وَرُق،
نانگن وڍيو ناهہ لاڪين سندو نَهيءَ نڪ،
"لاَ مَقْصُودَ لَه في الدارين اِلاَّ هُوَ" مَهيسين مرڪ،
اِيَ پڙهي صحيح سبق، پُريا پُورب پار ڏي.

ٻيريون ڪيريون ٻائريون جن جا ڏونرا پُسيون ڏاڄَ،
ڳاڳيون ڳل ڳچيءَ ۾ سُرها سُونهن ساڄَ،
تن ڇارين منجهہ ڄَٽين جا روح رُچندا راڄ،
ڪيجڙ سندن ڪاڄ، ڪندئن هيٺ قراريا.

برهہ والي برجستي يارو لڙدي مردان مردي،
صلح فراق ڪون ڄاڻن هڪا گردش گيتي گردي،
جلد جمازي جانجهرا، ڪاموئين نہ ڪُٽڪن،
جي اوڳر ماري اٿيا، تہ رات ٿي روهہ رسن،
ڪرها ڪيچ ڏٽين جا، هوري ڪين هلن،
آءُ پيادي ڪيئن پُڄان، آيل تن اُٺن،
مَن "مصري" چوي موٺن، پٺي ٻاجهہ ٻروچ ڪي.

پوندي ٻاجهہ ٻروچ ڪي، ڪامڻ ٿيءُ قزاق،
سُتي ويندئي سسئي، اُٺاري اولاڪ،
وٺي گس گونرن جو، ٿيءُ چپرلُئين چاڪ،
متان پوئي ماڪ، پير پريان جو نہ لهين.

سنجهي ٿيءُ سجاڳ، اوٺي ويندءِ اوچتا،
متان سمهين سسئي، پر ڏيئي ڪي پاڳ،
مَيا، اُٺ "مصري" چئي، وجهندءِ وهہ ويراڳ،
وٺ وَرُوڪي واڳ، پائي پيچ پنهونءَ جي.

پائي پيچ پنهونءَ جي، وٺ گونرن جو گُس،
واڳُن پوئج وچڙي، ول جيئن ڪري وس،
پوري شهر پنيور ۾، تان تون ڪيم ترس،
هوتن سندو حب ۾، ڏونگر ڏيندءِ ڏس،
رات ويندئي رس، جيئن سج نہ اُبري سيج تي.
سج نہ ايرڻي سيج تي، ليڙا ويندءِ لُر،

پرٿياڻي پنھونءَ ري، ڪوءِ داگينا ڏُر،
ھلج ھاڙھ سامھين ھنئين لاھي ھُر،
ايندءِ بوءِ برن ۾، مشڪ ڪٿوريءَ مَرَّ،
ٻانيڻ جھلج ٻُر، پاٽيھي نيندءِ پاڻ سين.

پاٽيھي نيندءِ پاڻ سين، ٻاروچاڻيءَ ٻاجھہ،
ڪين ڇڏيندءِ ڇپرين، "مصري" ڇئي محتاج،
وجھہ وڙولون واجھہ، پيھي پب وٽن ۾.

پيھي پب وٽن ۾، راھہ رڙھج ڪي رات،
حجت جي ھوتن سين، وائي وار مَ وات،
ڪين ڇڏيندءِ ڇپرين، رفيع الدّرجات،
پرھہ ڦٽيءَ پريات، سڪين پوندينءَ سسئي.

سچڻ سچ ايندا، متان ڪي ماندي ٿئين،
توسان قول قسم سي؛ پنھنجا پاريندا،
وري واڳ وصال جي، وسھج واربندا،
مُدعي مارِيندا، توسين "مصري" ميلاپا ڪري.

*** 

## وائي

آءُ اورانهون سپرين! مون وِلهيءَ جا ور موڙ مَهَرَ.

---

هوت! هلي آءُ هيڪر، دم دلبر پرين! وچ مَ پرانهون

پنهون........

مون کي نند نهوڙيو، ڳوري ڪيس ڳهر اَمُر اکر،

پنهون........

توريءَ تونگ وٽن ۾ ڪير لهي ڪر، خانَ آ خبر،

پنهون........

مدد ٿيءُ "مصري" جي ٻاروچا، ٻڌ ٻاڪر، رس رهبر،

پنهون........

❊❊❊

سَڏ منهنجي ساڪيڻهن ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪِي،
سُڏ منهنجي سانگيئڙن ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.

---

لڏا جيڪس لوء ۾ لاٿا لويارن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
وجي سُتا ويڙهہ ۾ ڏيئي پير پٽن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
ڪُهنا ڪوس ڪنڌين ۾ پٽڙا سيٽ سڙن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
سنجي سائيڪن تي گوسي ويا گهرن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
اوسا آنهَن اُنهن جا پرهہ تا پسجن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
چانگون چيلاٽن جون تسيارون ترسن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.
مينهن مند "مصري" چئي موٽي ماںَ ملن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانہ ڪي.

❊❊❊

## پيروي

ديسين جو آيل، ڙي جيجل! سگ ڏاڍو سخت سٽاڻو.

---

کين ٽڪندا ڪڏهين لاهوتي،

کنهن پَل ڙي جيجل ............

مون جهليندي نہ رهيا،

جوڳيئڙن کي جهل ڙي جيجل ............

نيهن اڙائي نانگن سان،

پاتم جيءَ جنجل ڙي جيجل ............

مهيسين جا "مصري" چئي،

اُتي مارڳ مَلَ ڙي جيجل ............

***

چانگون چچڪاري آيا آڏ ٽرن ۾،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

---

ڪاٿين ڪيھ ڪاٺونبڙا پُسيون پالاري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

پھون پيارين پانھنجون ججھي جالاري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

بيئَڪ اُن برن ۾ وهڪرن وسڪاري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

اوير ٿر اُٿي ويا چوماسيو چاري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

سندو ماروءَ مامرو مونکي ٿو ماري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

ماڙين جي "مصري" چئي ماربس مونجهاري،

آيا آڏ ٽرن ۾ ........

❊❊❊❊

آهيم آس الله ۾ من ڏيهہ وڃ مون ڏيکاري،
مَنَ ڏوٽيئڙا ڏيکاري اٿم اُميد الله ۾.....
منهنجو من ساٿيه ۾ چيها ٿو هُت چاري،
قسمت قيدالماءِ جي آءِ ماريس هِت مونجهاري،
اٿم اُميد الله ۾.....
وَسُون ولهرن ۾ ٿيون آيا ويڙهيچا وڳ واري،
جنهن پاسي جهوپڙا، اڏيا ساهيڙين سينگاري،
اٿم اُميد الله ۾.....
ڪائين ڪيه ڪاتونبڙا اوءِ پُسيون پَن پالاري،
ڪندين هيٺ قراريا سي واهونديءَ وسڪاري،
اٿم اُميد الله ۾.....
جف القلم جتيائيو مون کي ڪو دم ڪوٽ ڪناري،
اوڪا قيد عمر جا اڇي احمد جام اُڪاري،
اڇي علي شير اُڪاري،
اٿم اُميد الله ۾.....
رات ريباري آئيو اُتان اوٺيڙو الڪاري،
مدد ٿي "مصريءَ" جي ويا گوندر غم گذاري،
اٿم اُميد الله ۾.....

***

## ڪافيون

(نظم پارسي بي نقط)

ره راه راس رَاحل در کوه سحر گاه،
درسہ حصول گام گہ هر حال سال ماه،
سرگاو عمر آمد اندوگہ هر ملوڪ،
دم مرگ مرده گردد سردار صد سُلوڪ،
در عڪس طور طلسم آري گہ عام را،
مر آه درد آرد دم هر ڪدام را،
گم ڪرد هر دوعالم در عهد او امان
در دل مرَاد دار گہ هر حال گردگار،
موسم مراد عمر همہ ڪرد مدعا،
در درس دل در آور گہ گاه گوررا،
محرم درود محمّد گردد گدام گس،
هر طور طرح اور اداروڪ داد رس.

❊❊❊

ليڙا لاٿيائون جَمل جانڪيائون
آڏيءَ رات اُٿي ڪري.
ڀوڻيين ڀڏائون ڪرها، ڪامُن ڪاهيائون،
پوندي بارَ نہ پيڪيا، ڪٽ نہ ڪڇيائون،
چرڪُ ڏيئي چوريءَ ڪي، ڇپر ڇڏيائون،
ماڳ نيئي "مصري" چئي، ڏاگها ڏانيائون.

ڪوه ولَلين وڃيو واتَ سين ويهي،
معلومِ محبوبن ڪي حال مڙيئي.

---

ڪڙوا ڪيڙئي جي قدم قدم جو،
صاحب سمجهي سيڪين ڪُل ڪن ڏيئي.
وحدت ڪثرت ۾ ويچو ناهي،
چاپن جاڙا جُت جيئن ٻت ٻيئي.
وَنَحنُ اَقْرب ڪي چيني ڇِڪا سچ،
ويني وِڌين جيڪي سين سيئي.
ماٺ مُعما جي معنيٰ "مصري"،
دانه مَ دڪ سک آه سيئي.

***

بـرهہ زوراور جـو باري بارُ،
سرتيون مون تان سَهلو چاتُو.
ڪٿن خان خوديءَ کان غافل،
نہ عارف نہ عاقل عامل،
هستيءَ جو هِسوار.
نظر نيهن نسورو نادِر،
بيرنگ برهہ بَهرام بهادُر،
تُهمتن تڪرار.
اَظهر عشق ٻاهر منجهہ ٻولي،
حيا حجاب جا گهونگهٽ کولي،
سندس ڪونہ ستار.

جتي عشق اوتارا
سي ھٹن دم الوھيت وارا
بي خود بي اختيار

"مصري" ملت نہ مذھب جاٹي،
دين ڪُفر منجھ مُوجان ماٹي،
مالڪ خود مختيار.

***

ساريان سنياريان نِھاريان عُمر ڄام واٹون،
وري ھيڪر وطن وڄڻ جيون،
پنھنجي ملڪ وڄڻ جيون.
سھج سَندَئي سڀ سُومرا، دل ياٹئي تي ڏاريان.

قالوا بلىٰ جا قاعدا، پنھوارن سان پاريان،
ويڙھيچن جا وچڙا، ولھارن منجھ واريان،
مارن ڏاران "مصري" چئي گوندر ڏينھن گذاريان.
گنگھر ڏينھن تي گھاريان.

***

بڇي برھ تو اي بي نياز، قتل ڪَئين سرڪاريائي.
منھن تنھنجو ميدان جنگي، عاشقن رت ڪيوئي رنگي،
تو بڇي تيرن انداز، ماڳھين مسافر مارياڻي.

ناتي نينهن جي نر نائيا، خوش خوب ڪوري،
ساڙي سنڌ سينگار سان، پيهر پرندا ٻاريائي.
چوڙيا زُلف جوهردار تو، ڪُٺا لک ڪروڙين هزار تو.
ڪُنڍا ڪيس ڪيبر ڪاري ٻاز. ڏاڙي هٽڻ لئي ڏاريائي.
وجهي دام دلڙيون قيد ڪيئي، ڪنهن نوع ڏاڍي ساڻ نيئي،
مچ مگر "مصريءَ" تي مجاز پيهر پرندا ٻاريائي.

***

کهڙي سبب ڏاڍا ڏينهن لڳان،
پينر ڙي ڪڏهين پيڙا ٿيندا.
ڪيائون انجام اچڻ جا اديون،
اکيون اوڏاهين آسرونديون،
سهسين سال ٿيان.
ساريو ساريان روز رهاٽيون،
تارا تڪيندي راتيون وهاٽيون،
سبر سانگ سندان.
فال فجر جو پايو پايان،
اڳي ۽ پوءِ اميد نہ لاهيان.
محشر سينءَ منجهان.
پٽ پريا پرين پهتين پُورا،
"مصري" ڪين متيندا مورا،
ڪي جي قول ڪيان.
ناز نظر سان نياز، نازڪ نازُ تنهنجو.
پهرين پيار رکيوئي پاٽيهي پنهنجو ميان،
پوءِ ڪرين پرواز.
لا تحرڪ ذرّة اِلاّ باِذنِ الله،
اهڙا ڏيئي آواز.

سهج سڏائي سڪنديون پوءِ تڙائين ميان،
اِيءُ عين عجب اَغماز.
ملي "مصريءَ" سان ميخون لائي ميان،
هڪ ٿيون همراز.

مون تان جانب جيءَ منجهه جڙيون،
تنوارون طلب تنهنجي جون.

---

پاند ڳچيءَ پائي پرين پرچايون،
پاڻ پلائي تون ڇڏ بي پرواهيون،
لوئي تنهنجي لُٽيون.
جڏهن پرت جو پنڌ پُچين ٿو،
واٽ ڏسيو وريو ڪين ورين ٿو،
هڏ پوءِ نہ هٽيون.
پري قدم رس قُرب ڪي ڪاهي،
هن جهان ۾ تنهنجو چا آهي،
گهارڻ آهن گهڙيون.
"ڏنل"⊙ ڏاڍو عشق الاهي،
ڦيريو وجهي ٿو فڪر جي ڦاهي،
اکيون اکين ۾ اڙيون.

❊❊❊

⊙ ڏنل شاهه سائين مصري شاهه جو سؤٽ هو

گهونگٽ کولين، منڙا پولين،
اپني سر صدقا.
هر مظهر موجود مُهيا، جلوه نما هر جائين،
هي هر جنسون حاضر ناظر، اَظهر اَرض سمائين،
تيڏي سير صمند ڪا.
سرُ سلطان سخياندا، سرور ساقي حوض ڪوثر دا،
ڪَرو عنايت نانءِ نبي دي، پيالا پاڪ نظر دا،
ميگون مستي مَد ڪا.
ڏي درسن دُلدُل سائين، خَستا مُن خوشحالا،
دور هووي در جاتي، ويچا وحدت ڪثرت والا،
هادي حد بيحد ڪا.
مهر سيتي لک "مصري" ڪون، ڏي محضر معاف مدائين،
ڪرو عطا اِمداد اسان تي، جنت والي جائين،
عشق علي احمد ڪا.

***

ڪاون غم هميشه غازي، پيون خون جگر دي،
اِذَا اُتَم الْفقْرا فَوَالله، غازيان گرمي سردي،
"مصري" مُلحد مار ڳڏن ڪيِ ڪاتي قضا قدري.

ڪاف ڪتابت ڪثرت والي، وحدت اندر وسري،
ذاتي ذات صفات وچالي، ڏي نظارا نسري،
چاهہ زنخ وچ غوطا مارين، غربت والا گسري،
عزيز مصر دا اور نہ ڪوئي، تون هي يوسف "مصري".

جوڳي چوڙ جڏاهين آيا. تخت تمام هزارا.
مالا پاءِ مهيسي، هريا مُرلي گهڻ متارا.
برهہ بناءِ بڇيندا. باهين بيراڳي ٻکيارا.
ناد اُناءِ نهي دا. دليان نحن دا ڏي نظارا.

جوڳي ويک جنجال گهتيوسي، مُرلي سُٽڪر منکون.
نينان والي نوک نظر دي. تڙک لڳي آ تنکون.
کيبر مار کليجا گهايس. کوک سٽاوان کنکون.
"مصري" موت مباح اسان ڏا. اُس ماهي مست منگهن کون.

***